# فضائل اهلبيت

امام العصر
مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه

محمد صالح کهڙو



روشني

# فضائل اهلبيت

مصنف

امام العصر رحمة الله عليه

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

سنڌيڪار

محمد صالح کهڙو

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2005ع

Roshni Book No. 328

ڪتاب جو نالو: فضائل اهلبيت
ليکڪ: امام العصر مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه
سنڌيڪار: محمد صالح کهڙو

ڇاپو پهريون: © روشني 2005ع
ڪمپوزنگ: انور علي سومرو ۽ حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

قيمت: **40.00** رپيا

**FAZAIL-E-AHLBAT**

by: **Makhdoom Mohmmad Hashim Thattvi**
Transleted by: **Mohammad Saleh Khuhro**

Composed by: Anwar Ali Soomro & Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composer and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2005

**اسٽاڪسٽ**

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
سچل بوڪ سينٽر، ممتاز مارڪيٽ - حيدرآباد
ڪانياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
حسين عامر نيوز ايجنسي، مين بس اسٽاپ، سجاول
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
نئون نياپو، ڪتاب مرڪز، گهنٽي ٽاڪ - لاڙڪاڻو
نيشنل بوڪ ڊيپو، بندر روڊ - لاڙڪاڻو
نوراني بوڪ ڊيپو، بندر روڊ - لاڙڪاڻو
شاهه لطيف ڪتاب، ميهڙ
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ - دادو
جنيد بوڪ ڊيپو - دادو
مرچو لال بوڪ ڊيپو - بدين
عزيز ڪتاب گهر - بئراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز - سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
قاسميه لائبرري - ڪنڊيارو

# سِٽاءُ

# پنهنجي پاران

سڀ تعريفون انهيءَ الله تعاليٰ لاءِ آهن، جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي، جنهن انسان کي رت جي ڦڙي منجهان پيدا ڪيو ۽ پوءِ علم عطا ڪيو ۽ اهو علم عطا ڪيو، جيڪو هو نه ڄاڻندو هو.

سڀ درود ۽ صلواتون ۽ سلام انهيءَ پاڪ هستيءَ حضرت محمّد مصطفيٰ ﷺ جن جي مٿان آهن، جنهن کي الله تعاليٰ آخري نبي ڪري سيني جهان وارن لاءِ موڪليو. هر هڪ مسلمان جو عقيدو آهي ته جيئن الله تعاليٰ سيني جهانن جو رَبُ يعني پالڻهار آهي، ته تيئن رسول اڪرم ﷺ جن سيني جهانن جي رهندڙن لاءِ رحمت آهن ۽ ان جي مٿان نازل ٿيل ڪتاب وري سيني جهانن وارن لاءِ هدايت آهي.

حديث قدسيءَ ۾ آهي ته الله تعاليٰ حضور اڪرم ﷺ جن کي فرمائي ٿو ته ”مان جيڪڏهن توکي پيدا نه ڪيان ها ته ڪابه شيءِ پيدا نه ڪيان ها.“ قرآن مجيد ۾ آهي ته ”رسول اڪرم ﷺ جن الله تعاليٰ جي وحيءَ کان سواءِ نه ڳالهائيندا آهن.“

اسان جو اهو عقيدو آهي ته هدايت جا ٻه سرچشما آهن. هڪ الله تعاليٰ جو فرمان ۽ ٻيو نبي پاڪ ﷺ جن جو فرمان يعني قرآن مجيد ۽ حديث پاڪ. هن ڪتاب ”وسيلة الغريب“ ۾ قرآن مجيد جون آيتون ۽ رسول اڪرم ﷺ جن جون حديثون انهن بابرڪت شخصيتن لاءِ ڏنيون ويون آهن، جن کي اسان اهلبيت ۽ سوليءَ سنڌيءَ ۾ ”پنجتن پاڪ“ سڏيون ٿا.

هن ڪتاب ۾ امام اهل سنت مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ وڏي تحقيق ۽ جاکوڙ ڪئي آهي ۽ اها به انهيءَ وقت جنهن وقت نه ٽرانسپورٽ جو انتظام هو ۽ نه وري لائبريرين جو طريقهء ڪار هو ۽ نه وري ٻيون موجوده دؤر واريون سهوليتون هيون. اها هڪ مخدوم صاحب رحہ جن جي ڪرامت آهي ۽ جنهن انهيءَ دؤر ۾ جاکوڙ ڪري سنڌ واسين تي احسان ڪري، تصنيف، تاليف ۽

تحقيق جو ڪم ڪيو. انهيءَ ڪري مسلمانن جي سڀ مسلڪ وارا مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ ڪي عزت جي نگاھ سان ڏسندا آهن ۽ ان جي لکت هر مسلڪ واري لاءِ قابل قبول آهي. هن ڪتاب ۾ ڇھ باب آهن، جن ۾ قرآن مجيد جي آيتن ۽ رسول اڪرم ﷺ جن جي حديثن جي ذريعي اهلبيت رسول يعني پنجتن پاڪ جي فضيلت کي مختصر ۽ جامع طور پڌرو ڪيو ويو آهي. اصل ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيو ويو هو، جنهن کي سنڌ جي مايہ ناز محقق ۽ دانشور علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ رحہ اردوءَ ۾ ترجمو ڪيو ۽ اردو ترجمي کي مدِنظر رکي، هن ناچيز انهيءَ کي سوليءَ سنڌيءَ ۾ آندو آهي ۽ امام العصر مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ جي مداحن جي لسٽ ۾ پاڻ کي شامل ڪيو آهي. الله تعاليٰ شال انهيءَ پورهئي کي قبول فرمائي!

26-02-05

محمد صالح کهڙو
شڪارپور

# تعارف

سنڌ جي ديني علم ۽ ادب جي تاريخ ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ (ولادت 1104 هجري ـ وفات 1174 هجري) رحمة الله عليه تارن ۾ چنڊ برابر چمڪندڙ عالم فاضل آهي. جنهن پنهنجي عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ تصنيفات جي شعاع سان جڳ جرڪائي ڇڏيو آهي. مخدوم ٺٽوي رحه پنهنجي وقت ۾ جماعت اهلسنت جو امام هو. جنهن، نبي پاڪ ﷺ جي پاڪ زندگيءَ، خلفاءِ راشدين، پنجتن پاڪ ۽ اهلبيت سڳورن جي سوانح، سيرت ۽ فضائل بابت قلم هلايو ۽ ڪتاب لکيا.

خاص ڪري زير نظر اهلبيت سڳورن بابت سندس فارسي ۾ لکيل ڪتاب "وسيلة الغريب الیٰ جناب الحبيب" بهترين تصنيف آهي. تحقيق، سوانح، فضائل، عقيدت ۽ محبت جي لحاظ کان هڪ مختصر ۽ نرالو ڪتاب آهي.

راقم جي "قادري لائبريري" ۾ مخدوم ٺٽويءَ جا 32 فارسي ڪتاب موجود آهن. "وسيلة الغريب" به انهن ناياب ڪتابن مان هڪ بي بها موتي آهي. هي ڪتاب اصل ۾ فارسيءَ ۾ وڏي سائيز منجهه، اوڻٽيهه صفحن تي مشتمل، تاريخ 29 شعبان 1164 هجري تي مخدوم ٺٽوي رحه تحرير ڪيو هو. هن ننڍي ڪتاب ۾ مخدوم ٺٽوي رحه علمي پالوٽ جا واهڙ وهايا آهن ۽ قرآن، حديث ۽ تاريخ جي 86 ڪتابن جا حوالا ڏنا آهن.

مخدوم ٺٽوي رحه هن ڪتاب لکڻ جو مقصد بيان ڪندي، مقدمي ۾ لکيو آهي ته:

"جڏهن مون اصحابن سڳورن، خلفاءِ راشدين ۽ خلافت جي ترتيب ۽ فضيلت جي باري تي ڪتاب عربي ۾، وڏو، وچون ۽ ننڍو لکي پورا ڪيا، ته دل ۾ خيال آيو، ته حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي اهلبيتن سڳورن جي عاشقن کي شوق ڏيارڻ ۽ حضور پرنور ﷺ جن کي راضي ڪرڻ خاطر، سندن باري

۾ ڪجھ فضيلتون ۽ احوال گڏ ڪري: اهلبيتن جي شان ۽ ڀلائي ۾ ڪتاب لکان. جو تہ نبي ڪريم ﷺ جن جي آل ۽ اصحابن سڳورن مان هر هڪ اسان جي لاءِ اکين جون ماڻڪيون ۽ نيڻن جو نُور آهن.

جيئن تہ نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي اهلبيت کي حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙيءَ سان تشبيه ڏني آهي، تہ ”جيڪو ان ۾ چڙهندو، اهو ڇوٽڪارو لهندو. جيڪو ان کان پوئتي رهيو، اهو غرق ٿيو.“ حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجن اصحابن سڳورن کي بہ تارن سان تشبيه ڏني آهي ۽ فرمايو اٿس تہ، ”منهنجا اصحاب تارن وانگر روشن آهن. توهان انهن جي پيروي ڪندؤ تہ، هدايت وارا ٿيندؤ.“

هن ڪتاب ۾ مقدمو ۽ ڇهہ باب آهن. پهرئين باب ۾ قرآن مجيد جي انهن آيتن جو بيان آهي، جيڪي اهل بيت سڳورن جي شان ۾ آيل آهن.

ٻئي باب ۾ اهي چاليهہ حديثون آهن، جن ۾ سڌي اهلبيت سڳورن جو گڏيل شان ۽ فضيلت بيان ٿيل آهي.

ٽئين باب ۾ مخدوم ٺٽوي رحہ 64 حديثون آنديون آهن، جن ۾ اهلبيت جي نالن سان الڳ الڳ ڀلائي ۽ فضيلت بيان ڪيل آهن.

چوٿين بابت ۾ حضرت علي، حضرت فاطمة، حضرت حسن ۽ حضرت حسين رضي الله عنهم جي ولادت، وفات، انهن جي حياتي جي مُدت، وفات جو ماڳ ۽ مقبرن جي ذڪر سان گڏ، سندن اولاد جو بہ تفصيلي احوال ڏنو ويو آهي.

ڇهين باب ۾ مخدوم ٺٽوي رحہ، رسول اڪرم ﷺ جي فرزندن ۽ نياڻين جو تفصيلي احوال بيان ڪيو آهي.

هن فارسي ڪتاب جو پهريون دفعو اردو ترجمو علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي مرحوم، شاهہ ولي الله اڪيڊمي حيدرآباد جي اردو رسالي ”الولي“ (80-1979ع) ۾ قسط وار شايع ڪيو. پوءِ قسطون يڪجاءِ ڪري، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي مختصر سوانح حيات سان گڏ، ”فضائل و تاريخ اهلبيت“ جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپرايو.

”وسيلة الغريب“ جو سنڌي ترجمو، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي رحہ جي اردو ترجمي تان علم دوست اديب محمد صالح کھڙي شڪارپور واري ڪيو

آهي. ترجمي ۾ خاص ڪري آيتن ۽ حديثن جي ترجمي تي نظرثاني جي ايجا وڌيڪ گنجائش آهي. بهرحال دعا آهي تہ الله تعاليٰ، حضرت حبيب مصطفيٰ ﷺ جي وسيلي، ترجمو مقبول ڪري ۽ مترجم ۽ ناشر محترم علم دوست علي نواز گهانگهري کي دنيا ۽ آخرت ۾ شاد ۽ آباد رکي.

12 محرم الحرام 1426 هجري

22 فيبروري 2005 عيسوي

دعاگو

عبدالرسول قادري

ڳوٺ دڙي مگسي، سڪرنڊ،

ضلعو نوابشاهہ، سنڌ.

# باب پهريون

*(هتي سڀ کان پهريون) قرآن مجيد جون اهي آيتون ڏجن ٿيون، جيڪي اهل بيت جي فضيلت ۾ نازل ٿيون هيون، هن مختصر ڪتاب ۾ رڳو ڇهه آيتن جي سمجهاڻي ڏجي ٿي.*

**فَمَن حَاجَکَ فِيه من بَعد مَا جَاءَکَ منَ العلم فَقُل تَعالَوانَدعُ اَبنَاءَ نَا وَاَبنَاءَکُم وَنسَاءَ نَا وَنسَاءَ کُم وَاَنفُسَنا وَاَنفُسَکُم ثم نَبتَهل فَنَجعَل لَعنَتُ اللّٰه عَلَي الکٰذبِين** (سورة آل عمران، آيت 61)

يعني الله تعاليٰ فرمايو ته يا رسول الله! پوءِ جيڪو توسان عيسيٰ عليه السلام جي باري ۾ جهڳڙو ڪري هن ڪان پوءِ جو تو وٽ سچي خبر اچي چڪي (ان بابت) ته (انهن کي) چئو ته اچو اسين پنهنجن پٽن ۽ اوهان جي پٽن پنهنجين گهر وارين ۽ اوهان جي گهروارين ۽ پنهنجي نفس ۽ اوهان جي نفسن کي (گڏ ڪرڻ لاءِ) سڏيون ۽ وري اسان سڀ (الله تعاليٰ جي طرف التجا ڪريون يا دعا گهرون ۽ پوءِ ڪوڙن تي الله تعاليٰ جي لعنت ڪريون. (ترجمو قاسمي)

انهن آيتن جي نازل ٿيڻ جو سبب هي آهي ته اها آيت انصارن جي هڪ ٽولي بابت نازل ٿي، جنهن ۾ 60 ماڻهو شامل هئا ۽ اهي يمن جي شهر نجران کان مديني پاڪ ۾ آيا هئا. هي سال نو يا يارهين هجريءَ جو واقعو آهي. انهيءَ ٽولي وارن حضرت عيسيٰ عليه السلام بابت ڪجهه چيو، حضرت محمد ﷺ جن فرمايو ته "جيئن توهان چئو ٿا، ائين نه آهي، بلڪ اهو الله تعاليٰ جو بندو ۽ ان جو رسول آهي." نصارا انهيءَ ڳالهه جو انڪار ڪري رهيا هئا، الله تعاليٰ ان موقعي تي اها آيت نازل ڪئي. تڏهن پيغمبر خدا ﷺ جن فرمايو "اچو سڏيون اسان ۽ توهان پنهنجن ٻارن ٻچن کي ...... ۽ ڪوڙن تي لعنت موڪليون ۽ هيءَ دعا ڪريون."

تنهن کانپوءِ پيغمبر خدا ﷺ جن پنهنجي پيارن حضرت علي ڪرم

الله وجہ، سيدة النساءَ فاطمة الزهريٰ رضہ، حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ کي سڏايو ۽ کين ارشاد فرمايو تہ ”جڏهن مان دعا گهران، تڏهن توهان چئو آمين،“ ۽ نصارن کي فرمايائون تہ ”توهان بہ پاڻ سان گڏ پنهنجن پٽن ۽ عورتن کي سڏيو، تان جو اهي بہ توهان جي دعائن تي آمين چون.“ جڏهن اها ڳالهہ ٿي تہ نصارن جي هڪ سردار پنهنجي ڌر وارن کي چيو: ”جيڪڏهن سچ پچ محمد ﷺ الله تعاليٰ جو نبي آهي ۽ توهان انهيءَ سان مقابلو ڪيو تہ پوءِ توهان تہ برباد ۽ هلاڪ ٿي ويندا ۽ ڌرتيءَ جي تختي تي نصراني نسل منجهان ڪوبہ نہ رهندو.“ نصارن جي جماعت وارن اهو ٻڌي دعا گهرڻ کان انڪار ڪيو. تنهن ڪانپوءِ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ ”جڏهن توهان دعا گهرڻ کان بہ انڪار ڪيو تا تہ پوءِ اسلام قبول ڪيو. هنن پوءِ بہ انڪار ڪيو ۽ رسول اڪرم ﷺ جن سان انهيءَ ڳالهہ تي صلح ڪيائون تہ هر سال بہ هزار وڳا صفر مهيني ۾ ۽ هڪ هزار وڳا رجب جي مهيني ۾ادا ڪندا رهنداسون ۽ هر سال 33 اُٺ، 33 لوهہ جون زرهون ۽ 33 گهوڙا بہ ڏينداسون.

حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن انهيءَ صلح کي قبول فرمايو ۽ کين پناهہ ڏنائون ۽ فرمايائون تہ ”جيڪڏهن اهي نصاريٰ اسان سان دعا ۾ مقابلو ڪن ها، تہ پوءِ اهي باندرن ۽سوئرن جي شڪل ۾ تبديل ٿي وڃن ها ۽ نجران جي وادي انهن تي باهہ ٻڻجي وڃي ها ۽ بيشڪ الله تعاليٰ سيني نجران وارن کي برباد ڪري ڇڏي ها ۽ مڙني کي هلاڪ ڪري ها. هن عذاب کان اتان جا پکي بہ بچي ڪونہ سگهن ها. اهو بيان بيضاوي ۽ خازن پنهنجن تفسيرن ۾ آندو آهي.

صاحب ڪشاف (علامہ زمخشري رح) جو چوڻ آهي تہ اصحاب چادر يعني حضرت علي رضہ، بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ، حضرت امام حسين رضہ ۽ حضرت امام حسن رضي الله عنهم جي فضيلت بابت هن کان وڌيڪ ڪوبہ پختو دليل نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ جڏهن اِها آيت نازل ٿي، تڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن انهن چئن ئي مبارڪ هستين کي پاڻ وٽ گهرايو هو. انهيءَ منجهان ثابت ٿيو تہ قرآن شريف جي لفظ ”ابناءَ نا“ منجهان حضرت امام حسن رضہ ۽

حضرت امام حسين رضہ مراد آهن ۽ ”نساءَ نا“ منجهان مراد حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جن آهن ۽ ”انفسنا“ منجهان مراد پاڻ سڳورا ﷺ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجہ جن آهن ۽ اها ئي سندن ڪمال شرف لاءِ حجت ڪافي آهي. اتي علامہ زمخشريءَ جي تحقيق ختم ٿي.

ٻي آيت قرآن پاڪ جي آهي تہ:

وَعَتَصِمُوا بِحَبلِ اللّٰهِ جَمِيعا وَلاَ تَفَرَقُوا (سورة آل عمران، آيت 103)

ترجمو: سيئي گڏجي الله جي رسيءَ کي قابو ڪري جهليو ۽ تفرقي بازي ۾ نہ پئو.

حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنه کان روايت آهي تہ ”الله تعاليٰ جي ان مضبوط رسيءَ منجهان مراد، اسين حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جا اهلبيت آهيون.“ اهڙي طرح علامہ ثعلبي رحہ پنهنجي تفسير ۾ بيان ڪيو آهي.

ٽين آيت هن طرح آهي:

اَم يَحسَدُونَ النَاسَ عَليٰ مَا اتهُمُ اللّٰهُ مِن فَضلِه (سورة النساءَ، آيت 54)

ترجمو: پوءِ ڀلا ٻين ماڻهن سان اهي ان ڪري ٿا حسد ڪن تہ الله انهن کي پنهنجي فضل منجهان نوازيو آهي.

حضرت محمد باقر رضہ کان روايت آهي تہ هتي ماڻهن منجهان مراد اسين اهلبيت رسول الله ﷺ آهيون ۽ حضرت محمد باقر رضہ فرمايو تہ ”مان ان تي الله تعاليٰ جو قسم کڻان ٿو.“

چوٿين آيت هن طرح آهي:

اِنمَا يُرِيدُ اللّٰهَ لِيَذهَبَ عَنَكُم الرِجس اَهلَ البَيت وَيُطَهِرَ كُم تَطَهِيرا

(سورة احزاب، آيت 33)

ترجمو: بيشڪ الله تعاليٰ چاهي ٿو تہ توهان (نبي پاڪ ﷺ) جي اهلبيت منجهان ناپاڪائي پري ڪري ۽ توهان کي مڪمل طرح سان پاڪ ڪري ڇڏي.

مفسرن جي اڪثريت جو خيال آهي تہ مٿين آيت مبارڪ پنجتن پاڪ جي شان ۾ نازل ٿي آهي. اهي هي آهن:

1. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ، 2. حضرت علي ڪرم الله وجہ، 3. حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ، 4. حضرت امام حسن رضہ، 5. حضرت امام حسين رضہ.

صحيح مسلم ۾ ام المومنين حضرت بي بي عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عهنا کان روايت آهي تہ ”هڪ ڏينهن حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن ڏينهن جي پهرين حصي ۾ تشريف فرما ٿيا. پاڻ سڳورن ﷺ جي مٿان ٻڪريءَ جي وارن منجهان ٺهيل ڪاري رنگ جي چادر هئي ۽ ان چادر جي مٿان اٺ جي پاڪڙي جهڙي چٽسالي ٺيل هئي. ايتري ۾ حضرت حسن بن علي ڪرم الله وجہ جن آيا. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن کيس پنهنجي ڪاري چادر اندر ڍڪيو، تنهن کان پوءِ حضرت امام حسين رضہ جن آيا ۽ ان کي بہ انهيءَ چادر جي اندر داخل فرمايائون. تنهن کان پوءِ حضرت علي ڪرم الله وجہ جن آيا، ان کي بہ چادر ۾ د اخل ڪيائون ۽ تنهن کانپوءِ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ کي بہ ان چادر جي اندر داخل فرمايائون. تنهن کان پوءِ مٿين آيت پڙهايائون.“

اِنَمَا يُرِيدُ اللّٰهَ لِيذهِبَ عَنكُم الرِّجسَ اَهلَ البيَتِ وَيطَهرَكم تَطَهِيرا ○

ان ڪانسواءِ حديث جي ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي تہ ”جڏهن حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن انهن چئن شخصن کي پنهنجي چادر ۾ داخل فرمايو، تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ انهن جي حق ۾ هيءَ دعا گهري: ”اللّٰهم هوءُ لاءِ اهل بيتي وخاصتي اذهب عنهم الرجس وطهرهم تطهيرا.“

ترجمو: ”اي الله هي منهنجا اهلبيت آهن ۽ منهنجا خاص ماڻهو آهن. ڪانئن ناپاڪي پري ڪر ۽ کين چڱيءَ طرح پاڪ ڪر.“

الله تعاليٰ پنهنجي رسول اڪريم ﷺ جن جي دعا قبول فرمائي ۽ هيٺين آيت نازل ڪيائين.

انما يريدالله ليذهب عنكم الرجس (الآيتہ)

ترجمو: ”اي نبيءَ ﷺ جا گهر وارؤ الله تعاليٰ اهوئي گهرندو آهي تہ توهان کان گنديون ڳالهيون پري ڪري ۽ توهان کي ستائيءَ سان ستو ڪري.“

ڪن روايتن ۾ آيو آهي ته "حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن حضرت امام حسين رضه ۽ حضرت امام حسن رضه کي پنهنجن ٻنهي گوڏن تي ويهاريو ۽ حضرت علي رضه کي پنهنجي ساڄي طرف ويهاريو ۽ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضه کاٻي پاسي کان ويهاريو.

ڪن روايتن ۾ اهو به آيو آهي ته "پاڻ سڳورن ﷺ جن دعا ۾ اهو به فرمايو ته "منهنجو انهن ماڻهن سان صلح آهي، جن جو هنن (اهلبيت سان) صلح آهي ۽ منهنجي انهن سان جنگ آهي، جن جي جنگ اهلبيت سان آهي ۽ مان انهن کي دوست رکان ٿو، جيڪي هنن کي دوست رکن ٿا ۽ مان انهن ماڻهن سان دشمني رکان ٿو، جيڪي هنن سان دشمني رکن ٿا. اهي مون منجهان آهن ۽ مان هنن منجهان آهيان. بس اي الله! پنهنجي صلواة، پنهنجي رحمت، پنهنجي بخشش ۽ پنهنجي رضامندي منهنجي ۽ انهن جي مٿان نازل فرماءِ."

ڪن روايتن ۾ آيو آهي ته "هن آيت جو نزول حضرت ام المومنين ام سلمه رضه جي گهر ۾ ٿيو. جڏهن حضرت ام سلمه رضه جن کي سموريءَ ڳالهه جي ڄاڻ پئي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن اهلبيتن کي پنهنجيءَ چادر ۾ داخل ڪرڻ فرمايو آهي ته حضرت ام سلمه رضه عرض ڪيو: "اي الله جا رسول ﷺ! مان به انهن سان گڏ چادر ۾ اچان." پاڻ سڳورن ﷺ حضرت ام سلمه رضه کي چادر ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت نه ڏني، ليڪن ڪيس ٻئي نموني سان دلجاءِ ڏنائون ۽ فرمايائون: "اي ام سلمه رضه! "بيشڪ تون عظيم خير تي آهين."
هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته "چئن مبارڪ هستين لاءِ دعائن گهرڻ کان پوءِ حضرت ام سلمه رضه کي به چادر ۾ داخل فرمايائون."

هڪ ٻي روايت آهي ته "ان وقت حضرت جبرائيل ۽ حضرت ميڪائيل عليه السلام جن آيا ته انهن کي به مٿين هستين سان گڏ چادر ۾ داخل ڪيائون."

انهن حديثن منجهان هيٺيان يارهن فائدا حاصل ٿين ٿا.

1. هيءُ ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جو انهن چئن هستين کي پنهنجي چادر مبارڪ ۾ داخل ڪرڻ جو واقعو حضرت ام سلمه رضه جي گهر ۾

تيو ۽ هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته اهو واقعو حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي گهر ۾ ٿيو.

2. هيءُ ته اهو ڏينهن جو پهريون پهر هو.

3. هيءُ ته اها چادر ان ڪان پهريائين پاڻ سڳورن ﷺ جن جي مٿان پهريل هئي ۽ انهيءَ لحاظ ڪان انهن چئن شخصن لاءِ به برڪت واري بڻجي وئي. باقي اِهو جو ماڻهن ۾ مشهور آهي ته اها چادر ان وقت آسمان ڪان يا بهشت ڪان لٿي هئي، سا عبارت حديث جي ڪتابن ۾ هن ضعيف (مؤلف مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رح) جي نظرن منجهان ڪين گذري آهي. والله اعلم باالصواب

4 هيءُ ته اِها چادر ٻڪريءَ جي ڏاس منجهان ٺهيل هئي. ان منجهان پاڻ سڳورن ﷺ جن جو ڪمال زهد معلوم ٿئي ٿو.

5. چادر جو رنگ ڪارو هو.

6. ان چادر جي مٿان چٽسالي ٿيل هئي. جنهن جو بيان پهريائين اچي چڪو آهي.

7. پنجتن پاڪ جي تشريف فرما ٿيڻ جي ترتيب هيءَ هئي ته پهريائين پاڻ سڳورا ﷺ جن تشريف فرما ٿيا. تنهن ڪان پوءِ حضرت امام حسن رضہ، پوءِ حضرت امام حسين رضہ، پوءِ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ ۽ آخر ۾ حضرت علي ڪرم الله وجہ جن تشريف فرما ٿيا.

8. هيءُ ته اها آيت مبارڪ انهيءَ وقت نازل ٿي.

9. هيءُ ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن پنهنجي چادر ۾ اهل بيت سان گڏ پنهنجو پاڻ کي به داخل ڪيو ته جيئن انهيءَ اهلبيت جو شرف پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ذات مبارڪ سان ڳنڍجي وڃي.

10. هيءُ ته پاڻ سڳورن ﷺ جن انهيءَ چادر ۾ حضرت جبرائيل عليہ السلام ۽ حضرت ميڪائيل عليہ السلام کي به شامل ڪيو ته جيئن اهل بيت جو شرف ۽ درجو وڌي وڃي.

11. هيءُ ته انهيءَ حديث منجهان پنجتن پاڪ جي چادر اندر ويهڻ جي ڪيفيت به واضح ٿي وئي ته امام حسن رضہ ۽ امام حسين رضہ ٻئي پاڻ سڳورن ﷺ جن جي گوڏن مبارڪن تي ويٺل هئا. حضرت علي ڪرم الله وجہ ساڄي پاسي

ڪان ۽ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ ڪاپي پاسي ڪان ويئل هئي.
انهيءَ آيت سڳوريءَ جي تفسير ۾ ڪجهہ سبب پيا بہ روايت ٿيل آهن.
ڪجهہ مفسرن جو اهو خيال آهي تہ "انهيءَ آيت ۾ اهل بيت منجهان مراد پاڻ سڳورن ﷺ جن جون گهرواريون آهن، جنهن جو ثبوت اهو آهي تہ انهيءَ آيت کان اڳ وارين آيتن ۽ بعد وارين آيتن ۾ بيان پاڻ سڳورن ﷺ جن جي گهروارين جو آيل آهي."
ڪن مفسرن جو وري اهو خيال آهي تہ "اهل بيت منجهان مراد پاڻ سڳون ﷺ جن جون پنج پاڪ گهرواريون آهن ۽ اهي ئي پنجتن پاڪ ۾ شامل آهن."
انهيءَ قول کي بيضاوي پنهنجي تفسير ۾ ترجيح ڏني آهي ۽ سيد مرزا مخدوم پٽ سيد شريف جُرجاني نواقص ۾ چيو آهي تہ "هي قول اڪثر مفسرن ۽ محدثن جو آهي ۽ اهو ئي سچو آهي." ڪجهہ مفسر وري ان خيال جا آهن تہ "اهل بيت منجهان اهي سڀ ماڻهو مراد آهن، جن جي مٿان صدقو وٺڻ حرام آهي. انهيءَ قول مطابق اهل بيت ۾ سڀ آل هاشم يعني آل حضرت علي رضہ، آل جعفر رضہ، آل عقيل رضہ، ابي طالب رضہ جا پٽ، آل عباس، آل حارث، عبدالمطلب جا پٽ ۽ آل مطلب بہ داخل آهي ۽ ڪجهہ عالمن جي خيال مطابق آل عبد مناف بہ اهلبيت ۾ داخل آهي:
پنجين آيت قرآن پاڪ ۾ هن طرح آهي.

اِنَ اللّٰه و ملآئِڪَتِه يُصَلُوْنَ عَلَي النَّبِيّ يٰآيهَاالَّذِينَ آمَنُوا
صلو عليه وَسلموه تسليما ○ (سوره احزاب، آيت 56)

ترجمو: بيشڪ اللّٰه تعاليٰ ۽ انهيءَ جا ملائڪ نبي پاڪ ﷺ! تي صلواة پڙهن ٿا، اي ايمان وارؤ! توهان بہ مٿس دورد ۽ سلام پڙهو.
امام بخاري رحہ ۽ امام مسلم رحہ ڪعب بن عجره رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ "جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي ۽ انهيءَ ۾ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي مٿان صلوات ۽ سلام چوڻ جو حڪم ٿيو تہ اسان چيو تہ "يا رسول اللّٰه ﷺ توهان جي مٿان ڪهڙيءَ طرح صلواة ۽ سلام چئون" اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ هيئن چئو:

الهم صلي عليٰ محمد و عليٰ آل محمد (حديث جي آخر تائين)

هاڻ جڏهن قرآن شريف ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي مٿان صلواة پڙهڻ جو حڪم ٿيو تہ پاڻ سڳورن ﷺ ان جو تفسير هيئن فرمايو: "حضرت محمد ﷺ ۽ ان جي آل تي صلواة پڙهي وڃي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن پنهنجي آل کي پنهنجي جاءِ تي آندو، انهن کي بہ پنهنجي حڪم ۾ داخل ڪيو. اها ئي پاڻ سڳورن ﷺ جن جي آل جي حق ۾ ڪمال فضيلت ۽ مٿانهون مان هو.

ڇهين آيت قرآن پاڪ جي اهلبيت لاءِ هي آهي.

قل لا اسئلُکم عليه اجر ِالاالمودة في القربيٰ (سورة شوريٰ آيت 23)

ترجمو: "اي نبي پاڪ ﷺ چوين تہ مان انهيءَ ڪم لاءِ توهان ڪان ڪوبہ اجورو ڪونہ ٿو گهران، پر ايترو چاهيان ٿو تہ منهنجن عزيزن قريبن سان محبت رکو."

حضرت امام احمد بن حنبل رحہ پنهنجي مُسُنَد ۾، طبراني پنهنجي مُعجم ۾ ۽ حاڪم پنهنجي ڪتاب مستدرڪ ۾ ابن عباس رضہ ڪان روايت ڪئي آهي، تہ جڏهن هيءَ آيت حضرت محمد ﷺ جن جي مٿان نازل ٿي تہ مان پڇا ڪئي: "يارسول الله ﷺ ! توهان جي انهيءَ قرابت منجهان ڪهڙا ماڻهو مراد آهن، جن جي محبت اسان جي مٿان واجب ٿي آهي، تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو علي رضہ، فاطمہ رضہ ۽ سندن بہ پٽ حضرت امام حسين رضہ ۽ حضرت امام حسن رضہ انهن محبت ڪندڙن ۾ اچي وڃن ٿا."

# باب ٻيو

حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جون اهي حديثون هيٺ ڏجن ٿيون، جيڪي بنا ڪنهن شڪ شبهي جي اهل بيت سڳورن بابت پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪان بيان ڪيون ويون آهن. هن ڪتاب ۾ انهن حديثن منجهان صرف چاليهه حديثون هيٺ ڄاڻائجن ٿيون.

1. حديث

امام مسلم پنهنجي ڪتاب صحيح مسلم ۾ حضرت زيد بن ارقم رضه کان روايت ڪئي آهي ته "هڪ ڏينهن خاتم النبين، سيد المرسلين حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن خطبي لاءِ اٿيا. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ ڏٺي تعاليٰ جو حمد ۽ ثنا بيان ڪئي ۽ فرمايائون: "اي انسانو! مان اوهان وانگر انسان آهيان ۽ ويجهو آهي ته منهنجي پاڪ پروردگار جي طرفان مون ڏانهن موت جو پيغام کڻي ايندڙ اچي ۽ مان انهيءَ پيغام کي قبول ڪريان، بيشڪ مان توهان وٽ ٻه شيون ڇڏيون وڃان ٿو، جيڪڏهن توهان انهن جي پيروي ڪئي ته توهان ڪڏهن به گمراهه نه ٿيندؤ.

هڪ الله جو ڪتاب، يعني قرآن مجيد، جنهن ۾ هدايت ۽ روشني آهي. توهان خدا تعاليٰ جي ڪتاب کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو ۽ ان تي عمل ڪريو.

ٻي شيءِ منهنجا اهل بيت آهن. منهنجي اهل بيتن جي حق ۾ منهنجو خيال ڪيو ۽ انهن جي سڪ کي منهنجو سڪ سمجهو."

هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: "توهان انهن، (يعني اهلبيت) ڏانهن اڳرائي نه ڪريو، متان انهيءَ ڪري توهان برباد ٿي وڃو ۽ انهن جي حقن جي ادا ڪرڻ ۾ دير نه ڪريو، متان انهيءَ دير ۽ سستيءَ جي ڪري برباد ٿي وڃو."

هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "الله تعاليٰ

جي ڪتاب قرآن مجيد جو مثال حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙي وانگر آهي، جيڪڏهن ڪوبہ انهيءَ ۾ سوار ٿيو تہ انهيءَ نجات حاصل ڪئي، جيڪو انهيءَ ۾ سوار ٿيڻ ڪان رهجي ويو، تہ اهو غرق ٿي ويو ۽ منهنجي اهل بيت جو مثال دروازي حط (بيت المقدس جي دروازي) وانگر آهي، جيڪو ان ۾ داخل نہ ٿيو تہ اهو مغفرت ڪان محروم رهجي ويو."

هڪ ٻيءَ روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "مان توهان کي پنهنجي اهل بيت جي حقن ۾ الله تعاليٰ جي ياد ڏياريان ٿو." اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ اهي لفظ ٻہ دفعا ورجايا.

مٿيون خطبو پاڻ سڳورن ﷺ ڪهڙي وقت ڏنو؟ انهن روايتن ۾ ڪجھ اختلاف آهي. هڪ راويت ۾ آهي تہ اهو خطبو غدير خم (هي مڪي ۽ مديني جي وچ تي هڪ ڳوٺ جو نالو آهي) جي ڏينهن وارو آهي. ٻي روايت ۾ آهي تہ عرفات جي ميدان ۾ حجة الوداع جي موقعي تي ڏنو ويو ۽ ٽين روايت ۾ آهي تہ آخري مرض جي وقت مديني منوره ۾ ڏنو ويو.

عالمن سڳورن انهن روايتن جي اختلاف منجهان اها مراد ورتي آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ اهلبيت اڪرام جي فضائل ۽ مناقب ٻڌائڻ لاءِ ڪيترن ئي هنڌن تي انهيءَ قسم جا ارشاد فرمايا هئا.

2. **حديث**

طبراني پنهنجي ڪتاب معجم ۾ ابو سعيد خدري رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: "حرمتون ٽي آهي، جنهن انهن جي حفاظت ڪئي تہ الله تعاليٰ انهن جي دين ۽ دنيا، ٻنهي کي محفوظ رکندو ۽ جنهن حفاظت نہ ڪئي تہ الله تعاليٰ ان جي دين دين ۽ دنيا کي محفوظ نہ رکندو."

ابو سعيد خدري رضہ چيو تہ مون پڇيو: "يا رسول الله ﷺ اهي حرمتون ڪهڙيون آهن؟ تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ "حرمت اسلام، منهنجي حرمت ۽ منهنجي قريبن جي حرمت."

3. **حديث**

امام بخاري رضہ پنهنجي ڪتاب ۾، حضرت ابوبڪر صديق رضہ ڪان

روايت ڪئي آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو: ”اي انسانو! محمد ﷺ ڪي اهلبيت ۾ ڏسو، يعني پاڻ سڳورن ﷺ جن جي حق ڪي اهلبيت ۾ ڏسو، بس انهن جي تعظيم ڪريو ۽ انهن ڪي ايذاءُ نه رسايو.“

**4. حديث**

ملا سيرت ۾ روايت ڪئي آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو: ”منهنجي اهلبيت متعلق مون ڪان خير جي وصيت وٺو، ڇاڪاڻ ته مان قيامت جي ڏينهن انهن جي حق ۾ توهان سان جهڳڙو ڪندس ۽ جنهن سان منهنجو جهڳڙو ٿيندو ته يقيناً مان انهيءَ جهڳڙي ۾ ڪامياب ويندس ۽ جنهن تي مان جهڳڙي ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي، ته اهو جهنم ۾ داخل ڪيو ويندو.“

**5. حديث**

رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو ته ”جيڪو منهنجي اهلبيت جي حق ۾ منهنجو خيال رکندو، انهيءَ الله تعاليٰ ڪان پنهنجيءَ بخشس جو واعدو ورتو.“

**6. حديث**

سرور ڪائنات ﷺ جن فرمايو: ”مان بهشت جي اهڙي وڻ مثل آهيان، جنهن وڻ جون شاخون (ٽاريون) دنيا ڪان ٻاهر نڪتل هجن يعني منهنجا اهلبيت، بس جيڪڏهن ڪوئي چاهي ٿو ته پنهنجي پروردگار ڏانهن وڃي ته پوءِ انهن ٽارين ڪي مضبوطيءَ سان پڪڙي.“

**7. حديث**

امام احمد بن حنبل رحہ پنهنجيءَ مسند ۾ روايت ڪئي آهي ته حضرت محمد ﷺ جن فرمايو ته ”سڀ تعريف ۽ شڪر الله تعاليٰ لاءِ مخصوص آهي، جنهن حڪمت ڪي منهنجي اندر رکيو ۽ منهنجي اهلبيت ۾ رکيو. حڪمت عبادت آهي. مؤمن جو ڪمال دين ۾ آهي، علم ۽ عمل جي اجتماع ۾ به حڪمت آهي.“

**8. حديث**

ديلمي فردوس ۾ ابو سعيد خدري رضہ ڪان روايت ڪئي آهي ته پيغمبر

خدا ﷺ جن فرمايو ته "اي انسانو! چاڻ رکو منهنجا اهلبيت ۽ انصار سڳورا توهان لاءِ ڳنڍڙي يا ڳنڍ وانگر آهن. جيڪي نيڪ آهن، ان منجهان نيڪيءَ کي قبول ڪن، ۽ منهنجي ماڻهن سان درگذر ڪن."

9. حديث

حاڪم پنهنجي ڪتاب 'مستدرڪ' ۾ حضرت ابوذر غفاري رضہ کان ۽ طبراني ۾ ابو نعيم ۽ جرار پنهنجيءَ 'مسند' ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضہ کان روايت ڪئي آهي ته ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ فرمايو ته "منهنجي اهل بيت جو مثال توهان وٽ حضرت نوح عليہ السلام جي ٻيڙي وانگر آهي، جيڪو ان ۾ سوار ٿيو ته انهيءَ ڇوٽڪارو حاصل ڪيو ۽ جيڪو ان کان پوئتي رهيو، اهو ٻڏي ويو." اها حديث هن ڪتاب جي اڳين صفحن ۾ به گذري چڪي آهي.

10. حديث

طبرانيءَ پنهنجي ڪتاب 'معجم' ۾ حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان روايت ڪئي آهي ته سڀڻي سردار ﷺ جن فرمايو ته "قيامت جي ڏينهن پنهنجي امت منجهان جن ماڻهن جي شفاعت ڪندس، اهي منهنجا اهلبيت هوندا. ان کان پوءِ قريش، پوءِ انصار، ان کان پوءِ يمن جو هر اهو ماڻهو جنهن مون تي ايمان آندو هوندو ۽ منهنجو تابعدار ٿيو هوندو، پوءِ عجمي (يعني عربن کان سواءِ ٻيا امتي). جنهن ٽولي جي سڀ کان پهريان شفاعت ڪندس، اهو ان ٽولي کان ڀلارو هوندو، جنهن جي بعد ۾ شفاعت ڪندس."

11. حديث

حاڪم پنهنجي ڪتابن 'مستدرڪ' ڪتاب 'معجم' ۾ ۽ طبرانيءَ، حضرت ابو هريره رضہ کان راويت ڪئي آهي ته حضور انور ﷺ جن فرمايو ته "مان پنهنجي پروردگار کي اها درخواست ڪئي آهي ته ان منجهان ڪنهن جو منهنجي گهر اچڻ سان نڪاح ڪرڻ سبب قرابت جو تعلق ٿئي ته اهو بهشت ۾ ويندو، بس جيڪي ڪجهه مان پنهنجي پروردگار کان گهريو هو، اهو مونکي مليو." شيرازي ڪتاب الالقاب ۾ان قسم جي حديث کي ابن عباس رضہ کان روايت ڪيو آهي.

12. حديث

حاڪم پنهنجي ڪتاب 'مستدرڪ' ۾ حضرت ابوهريره رضه ڪان روايت ڪئي آهي ته مني مرسل ﷺ جن فرمايو ته "اي ايمان وارؤ! توهان مان بهتر شخص اهو آهي، جيڪو منهنجي اهلبيت لاءِ بهتر آهي."

13. حديث

ترمذي ۽ حاڪم حضرت عباس رضه ڪان روايت ڪئي آهي ته حضرت محمد ﷺ جن فرمايو ته "اي ايمان وارؤ الله تعاليٰ کي دوست رکو، ڇاڪاڻ ته اهو پنهنجي نعمتن سان توهان جي پرورش ڪندو آهي ۽ الله جي محبت جي سبب مون کي دوست رکو ۽ منهنجي سبب جي ڪري منهنجي اهل بيت سان محبت رکو."

14. حديث

ابن عساڪر، حضرت علي ڪرم الله وجهه ڪان روايت ڪئي آهي ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن فرمايو ته "جيڪو منهنجي اهلبيت جي مٿان احسان ڪندو، ته قيامت جي ڏينهن ان جي احسان جو بدلو منهنجي مٿان لازم ٿيندو، يعني ان جو بدلو مان ادا ڪندس." انهيءَ قسم جي حديث حضرت عثمان رضه ڪان به روايت ٿيل آهي.

15. حديث

ابن عساڪر، حضرت علي ڪرم الله وجه ڪان روايت ڪئي آهي ته تحقيق پيغمبر ﷺ جن فرمايو ته "جنهن منهنجي هڪ وار کي ايذاءُ ڏنو ته تحقيق انهيءَ مون کي ايذاءُ پهچايو ۽ جنهن مون کي تڪليف پهچائي ته انهيءَ الله تعاليٰ کي تڪليف پهچائي." پاڻ سڳورن ﷺ جن جي وار منجهان مطلب پاڻ سڳورن ﷺ جن جي آل شريف آهي.

16. حديث

ابوبڪر بن ابي شيبه پنهنجي ڪتاب 'مصنف' ۾ ۽ طبراني پنهنجي ڪتاب 'معجم' ۾ ۽ ابو العليٰ موصلي مستند ۾ حضرت سلمه بن رڪوع رضه

ڪان روايت ڪئي آهي تہ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ "بيشڪ تارا آسمان وارن لاءِ امان آهن ۽ منهنجا اهل بيت منهنجي امت لاءِ امان آهن."

17. حديث

حاڪم پنهنجي ڪتاب 'مستدرڪ' ۾ حضرت انس رضہ ڪان راويت ڪئي آهي تہ حضرت محمد ﷺ جن فرمايو تہ "منهنجي پروردگار مون سان گڏ منهنجي اهلبيت جي حق ۾ هي وعدو ڪيو آهي، تہ ان منجهان جيڪو بہ توحيد ۽ منهنجي رسالت جو اقرار ڪندو، تہ ان تي عذاب نہ ڪندو."

18. حديث

ابن عدي ۽ ديلمي حضرت علي سائين رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ پيغمبر خدا ﷺ جن فرمايو تہ "توهان منجهان سڌي رستي تي اهو شخص ثابت ٿيندو، جنهن منهنجي اهلبيت ۽ منهنجي اصحابن سان گهڻي محبت رکي هوندي."

19. حديث

ديلمي، حضرت ابو سعيد خدري رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول عربي ﷺ جن فرمايو تہ "انهيءَ شخص جي مٿان الله تعاليٰ جو عذاب ٿيندو، جنهن منهنجي اهل بيت کي تڪليف پهچائي هوندي."

20. حديث

امام احمد، ترمذي، نسائي، ابن ماجہ، ابن حبان ۽ حاڪم حضرت ابوهريره رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو: "جن ماڻهن منهنجي اهلبيت سان جنگ ڪئي، تہ مان انهن سان جنگ ڪندس ۽ جنهن جو منهنجي اهل بيت سان صلح هوندو، تہ منهنجو بہ ان سان صلح هوندو."

21. حديث

طبراني، حضرت عبدالله بن عمر رضہ ڪان ۽ بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ ڪان بہ روايت ڪئي ويئي آهي تہ ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جن فرمايو تہ "اهي سڀ ماڻهو جيڪي ڪنهن جي اولاد منجهان هوندا، انهن سيني جا ابا ڏاڏا

۽ انهن سيني جي قوم ان جي طرف منسوب ڪئي ويندي. حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي اولا جي نسبت منهنجي طرف هوندي، مان انهن جو ابو ۽ قوم (سچاڻپ) آهيان.“

22. حديث

ابن مندره ۽ ملا پنهنجي سيرت ۾ حضرت ابوهريره رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ سرور ڪائنات ﷺ جن فرمايو تہ ”اي، انسانو! هوشيار ٿيو، جيڪو منهنجي اهلبيت کي ايذاءُ پهچائيندو تہ بيشڪ ان مون کي ايذاءُ پهچايو ۽ جنهن مون کي ايذاءُ پهچايو، ان خدا تعاليٰ کي ايذاءُ پهچايو.“

23. حديث

ابو شيخ، حضرت علي ڪرم الله وجهہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ”مان ان الله جو قسم کڻي چوان ٿو، جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي، تيستائين ڪوئي مومن نہ ٿي سگهندو، جيستائين مون کي دوست نہ رکندو ۽ تيستائين مون کي دوست نہ رکندو، جيستائين منهنجي اهلبيت کي دوست نہ رکندو.“

24. حديث

حافظ ابو سعيد نيشاپوري پنهنجي ڪتاب سيرت المصطفيٰ ﷺ ۾ روايت ڪئي آهي تہ حضرت پيغمبر خدا ﷺ جن فرمايو تہ ”اي ايمان وارؤ! منهنجي مٿان دم بريده صلواة نہ پڙهو.“ ماڻهن عرض ڪيو تہ ”يا رسول الله ﷺ دم بريده صلواة ڇا هوندي آهي.“ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ ”اها هيئن آهي تہ صرف اللهم صلي عليٰ محمد پڙهي خاموش ٿي وڃو، مگر توهان منهنجي مٿان صلواة سان گڏ منهنجي آل جي مٿان بہ صلواة پڙهو ۽ هيئن چئو.“

”اللهم صلي عليٰ محمد و عليٰ آل محمد.“

25. حديث

ابو دائود سنن ۾ حضرت ابوهريره رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ حضرت محمد ﷺ جن فرمايو تہ ”جيڪڏهن ڪوئي اسان اهلبيت جي مٿان درود موڪلڻ وقت وڏي پيماني تي اجرت وٺڻ چاهي تہ هيئن درود پڙهڻ گهرجيس.

**اللهم صلي عليٰ محمد و ازواجہ امهات المومنين و ذريته و اهلبيته كما صليت عليٰ ابراهيم انک حميد مجيد.**

26. **حديث**

ديلمي کان روايت ٿيل آهي تہ "حضرت محمد ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "ٿيستائين دعا قبول نہ ٿيندي، جيستائين مون تي ۽ منهنجي آل تي صلواة نہ پڙهي وڃي."

27. **حديث**

هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ٻنهي آڱرن کي گڏ ڪري فرمايو تہ "منهنجي حوض تي منهنجا اهل بيت ۽ انهن سان دوستي رکڻ وارا اهڙيءَ طرح گڏ هوندا، جهڙيءَ طرح هي منهنجون ٻئي آڱريون آهن."

28. **حديث**

ديلمي فردوس اعليٰ ۾ عمران بن حصين کان روايت ڪئي آهي تہ حضور انور ﷺ جن فرمايو تہ "مان پنهنجي پروردگار کان سوال ڪيو تہ منهنجي اهل بيت منجهان ڪنهن کي بہ دوزخ ۾ داخل نہ ڪجانءِ، الله تعاليٰ منهنجو اهو عرض قبول فرمايو."

29. **حديث**

دارقطني ۽ بيهقي، حضرت عمر فاروق رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "قيامت ۾ هر سبب ۽ هر نسب ختم ڪيو ويندو، مگر منهنجو سبب ۽ نسب ختم نہ ڪيو ويندو."

30. **حديث**

طبرانيءَ پنهنجي ڪتاب معجم ڪبير ۾ حضرت عبدالله بن عباس رحہ کان اهڙي روايت ڪئي آهي، جنهن جا رجال سڀ ثقہ آهن. حضرت محمد ﷺ جن حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ کي فرمايو تہ "الله تعاليٰ توکي ۽ تنهنجي اولاد منجهان ڪنهن کي بہ عذاب نہ ڪندو."

31. حديث

طبرانيءَ ۽ بيهقي شعب الايمان ۾ ۽ ابو الشيخ ۽ ديلمي، ابن ابي ليلي کان روايت ڪئي آهي ته رسول خدا ﷺ جن فرمايو ته "ڪوئي شخص تيستائين مومن نه ٿيندو، جيستائين منهنجي جان کي پنهنجي جان کان ۽ منهنجيءَ اولاد کي پنهنجيءَ اولاد کان پيارو نه ڪري."

32. حديث

ديلميءَ، 'فردوس اعليٰ' ۾ روايت ڪئي آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "اي ايمان وارؤ! پنهنجي اولاد کي ٽن عادتن تي ادب سيکاريو: (1) قرآن جي قرئت تي (2) رسول اڪرم ﷺ جن جي محبت تي (3) ۽ ان جي اهل بيت جي محبت تي."

33. حديث

ابن ماجه پنهنجي ڪتاب 'مسند' ۾، حاڪم پنهنجي ڪتاب 'مستدرڪ' ۾ ۽ طبراني پنهنجي ڪتاب 'معجم' ۾ حضرت عباس رضه کان روايت ڪئي آهي ته، سرور ڪونين ﷺ جن فرمايو: "مان الله تعاليٰ جو قسم کڻي چوان ٿو ته تيستائين ڪنهن شخص جي دل ۾ ايمان داخل نه ٿيندو، جيستائين اهو منهنجي اهل بيت کي الله لاءِ ۽ پنهنجي قرابت لاءِ دوست نه رکي."

34. حديث

ديلميءَ روايت ڪئي آهي ته پيغمبر خدا ﷺ جن فرمايو: "جيڪو الله کي دوست رکندو، اهو مون کي دوست رکندو ۽ اهو منهنجي اصحاب ۽ منهنجي اهلبيت کي دوست رکندو."

35. حديث

ملا پنهنجي سيرت ۾ روايت ڪئي آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: "مون کي ۽ منهنجي اهل بيت کي اهو ئي دوست رکندو، جيڪو مومن ۽ متقي هوندو ۽ منهنجي اهل بيت سان منافق ۽ متقي ئي دشمني رکندو."

.36 **حديث**

حاڪم ۽ ابن حبان صحيح سند سان حضرت ابو سعيد خدري رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "مان ان الله تعاليٰ جو قسم کڻي چوان ٿو تہ جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي، تہ جيڪو مون سان ۽ منهنجي اهلبيت سان دشمني رکندو، الله تعاليٰ ان کي دوزخ ۾ داخل ڪندو."

.37 **حديث**

هڪ روايت ۾ آيل آهي تہ رسول خدا ﷺ جن فرمايو تہ "جيڪڏهن ڪوئي شخص رڪن ۽ مقام جي درميان نمازون پڙهي ۽ روزا رکي ، ان ڪانپوءِ ان جي الله تعاليٰ سان انهيءَ حالت ۾ ملاقات ٿئي تہ اهو منهنجي اهل بيت سان بغض رکندو هجي تہ اهو دوزخ ۾ داخل ڪيو ويندو."

.38 **حديث**

طبرانيءَ پنهنجي ڪتاب الدعا ۾ حضرت عائشہ صديقہ رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "ڇهہ ماڻهو آهن، جن تي الله تعاليٰ لعنت ڪئي آهي ۽ مان ۽ هر مستجاب الدعوات پيغمبر انهن جي مٿان لعنت ڪئي آهي."

(1) جيڪو الله تعاليٰ جي ڪتاب ۾ ڪائي زيادتي ڪري.

(2) الله تعاليٰ جي تقدير تي ايمان نہ رکندو هجي.

(3) منهنجي امت جي مٿان مسلط ٿي وڃي، حالانڪ اهو جابر ۽ ظالم هجي.

(4) الله تعاليٰ جنهن شيءِ کي حرام قرار ڏنو هجي، ان کي حلال چوي.

(5) منهنجي اهلبيت سان اهڙي شيءِ کي حلال سمجهڻ وارو جنهن کي الله تعاليٰ حرام قرار ڏنو هجي يعني انهن مٿان ظلم ڪرڻ ۽ ايذاءُ پهچائڻ.

(6) منهنجي سنتن کي برباد ڪرڻ وارو.

فائدو: انهن حديثن منجهان معلوم ٿئي ٿو تہ اهل بيت سڳورن جي محبت بہ فرض آهي ۽ انهن سان بغض رکڻ سخت حرام آهي.

انهيءَ ڪري تہ امام شافعي رحہ پنهنجي ڪلام ۾ فرمايو آهي تہ:

ترجمو: اي رسول الله ﷺ جا اهلبيت! توهان جي محبت الله تعاليٰ جي طرفان قرآن ۾ فرض ڪئي وئي آهي. توهان لاءِ الله تعاليٰ جي طرفان اهو ئي تحفو ڪافي آهي تہ جنهن توهان تي صلواة نہ پڙهي، انهيءَ جي صلواة ئي نہ ٿيندي. اهڙيءَ طرح صحابہ ڪرام جي محبت بہ فرض آهي، انهن سان بغض ۽ عداوت رکڻ سخت حرام آهي. جهڙيءَ طرح انهيءَ مسئلي تي بي شمار حديثون ۽ قرآن پاڪ جون آيتون ٻڌائن ٿيون. الله ئي وڌيڪ ڄاڻندو آهي.

39. حديث

ديلمي روايت ڪئي آهي تہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن فرمايو: ”جيڪو منهنجي سان ملڻ جو ارادو رکي ٿو ۽ قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت جو طلبگار آهي، تہ ان کي گهرجي، تہ منهنجي اهل بيت سان تعلق رکي ۽ پنهنجي خوشيءَ ۾ انهن کي شريڪ ڪري.“

40. حديث

ديلميءَ ’فردوس اعليٰ‘ ۾ حضرت علي ڪرم الله وجہ کان روايت ڪئي آهي، تہ حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ ”مان قيامت جي ڏينهن چئن شخصن جي شفاعت ڪندس:

(1) اهو جيڪو منهنجي اولاد جي تعظيم ڪري.

(2) انهن جي گهرجن کي پورو ڪرڻ وارو.

(3) ڏکئي وقت انهن جي مدد ڪرڻ وارو.

(4) اهو جيڪو انهن سان پنهنجي دل ۽ زبان سان دوست رکي.

هونئن تہ اهل بيت متعلق ڪيتريون ئي حديثون آهن، ليڪن هن ڪتاب ۾ مٿي چاليهہ حديثون پيش ڪيون ويون آهن.

# باب ٽيون

*انهن حديثن بابت جيڪي اهل بيت سڳورن جي خاص شخصن لاءِ ٻڌايون ويون آهن. هن ڪتاب ۾ 65 حديثون پيش ڪيون ويون آهن.*

## حضرت علي ڪرم الله وجهه جي متعلق حديثون

**حديث 1**

امام بخاري، امام مسلم ۽ ٻين محدثن، حضرت سعد بن ابي وقاص رضه کان روايت ڪئي آهي ته ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ تبوڪ جي جنگ واري ڏينهن حضرت علي ڪرم الله وجهه کي مديني شريف ۾ پنهنجو نائب مقرر ڪيو انهيءَ تي حضرت علي ڪرم الله وجه حضور انور ﷺ جن جي جدائيءَ سبب غمگين ٿيو ۽ چيائين: "يا رسول الله ﷺ! ڇا توهان مون کي عورتن ۽ ٻارن ۾ ڇڏي ٿا وڃو؟" اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو "اي علي رضه! ڇا تون انهيءَ تي راضي نه آهين، تون منهنجي لاءِ ائين آهين، جيئن موسيٰ عه لاءِ هارون عه، پر مون کان پوءِ ڪوئي نبي ۽ پيغمبر اچڻو نه آهي."

**حديث 2**

امام بخاري، امام مسلم ۽ ٻين محدثن حضرت سهل بن سعد رضه کان روايت ڪئي آهي ته خيبر جي جنگ وارن ڏينهن ۾، هڪ ڏينهن پيغمبر خدا ﷺ جن فرمايو: "سڀاڻي مان پنهنجي لشڪر جو جهنڊو اهڙي شخص کي ڏيندس، جنهن جي هٿ تي الله تعاليٰ خيبر جي فتح عطا ڪندو ۽ اهو شخص خدا ۽ ان جي رسول ﷺ کي دوست رکندو آهي ۽ خدا ۽ ان جو رسول ﷺ به ان کي دوست رکندو آهن." جڏهن رات ٿي ته اصحابن سڳورن منجهان هر هڪ کي اها ئي تمنا هئي ته فتح جو جهنڊو ان کي عنايت ٿئي. جڏهن صبح ٿيو ته پاڻ سڳورن ﷺ جن اهو جهنڊو حضرت علي ڪرم الله وجهه جن کي عنايت فرمايو. رب تعاليٰ خيبر جي قلعي کي ان جي هٿن سان فتح فرمايو.

**حديث 3**

احمد ابي الفضل. الطفيل کان ۽ ابويعلي، ابو هريره رضہ کان روايت کئي آهي تہ فرمايو ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ جن ان ڏينهن جڏهن غديرخم تي نزول فرمايو. (هي هنڌ مکي معظم ۽ مديني منوره جي وچ تي واقع آهي. جنهن ڏينهن پاڻ سڳورن ﷺ جن مديني شريف موٽڻ فرمايو تہ فرمايائون: "جنهن جو مان موليٰ ۽ دوست آهيان، تہ علي بہ ان جو موليٰ ۽ دوست هوندو" ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "اي الله! تون ان کي دوست رک، جنهن کي علي رضہ دوست رکي، ان کي دشمن رک، جنهن کي علي رضہ دشمن رکي." ان حديث ۾ موليٰ جو لفظ حديث جي معنيٰ مطابق محبوب آهي.

**حديث 4**

ترمذيءَ روايت کئي آهي تہ حضرت بريده بن خصيب رضہ کان ۽ حاکم أن جي تصديق کئي تہ رسول اکرم ﷺ فرمايو: "بيشڪ الله تعاليٰ مون کي چئن شخصن سان دوستيءَ ڳنڍڻ جو حکم ڪيو آهي ۽ مون کي خبر ڏنائين تہ مان بہ انهن چئن شخصن کي دوست رکان ٿو." مان پڇا کئي: "يا رسول الله ﷺ اهي چار شخص ڪهڙا آهن؟" پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "علي رضہ، ابوذر غفاري رضہ، مقدار رضہ ۽ سلمان فارسي رضہ."

**حديث 5**

احمد، ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجہ حضرت حبشي رضہ بن جناده کان روايت کئي آهي تہ پيغمبر خدا ﷺ جن فرمايو: "علي رضہ مون منجهان آهي ۽ مان عليءَ رضہ مان آهيان ۽ منهنجي قرضن کي علي رضہ ئي ادا کندو."

**حديث 6**

ترمذي حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان روايت کئي آهي تہ رحمت للعالمين ﷺ جن اصحابن سڳورن جي وچ ۾ ڀائپيءَ جو رشتو قائم ڪيو ۽

علي رضہ انهيءَ وقت حاضر نہ هو. بس علي رضہ اهڙيءَ حالت ۾ آيو، جو پاڻ سڳورن ﷺ جن جون ٻيئي اکيون ڳوڙها ڳاڙي رهيون هيون. حضرت علي رضہ چيو: "يا رسول الله ﷺ! توهان اصحابن سڳورن جي وچ ۾ هڪ ٻئي سان ڀائپيءَ جو رشتو قائم ڪيوَ ۽ انهن منجهان ڪنهن سان بہ منهنجي قائم نہ ڪيوَ." اهو ٻڌي شفيع المذنبين ﷺ فرمايو: "اي علي رضہ تون منهنجو ڀاءُ آهين، دنيا ۽ آخرت ٻنهي ۾ تون منهنجو ڀاءُ رهندين."

حديث 7

امام مسلم پنهنجي ڪتاب 'صحيح مسلم' ۾ حضرت علي رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ حضرت علي رضہ فرمايو: "مان ان خدا جو قسم ڪڻي چوان ٿو، جيڪو زمين منجهان ان اپائي ٿو ۽ ساريءَ مخلوقات جو خالق آهي تہ مون سان رسول اڪرم ﷺ جن هي واعدو ڪيو هو تہ اي علي رضہ مومن توسان دوستي رکندو ۽ منافق توسان دشمني."

حديث 8

احمد ۽ ترمذي حضرت جابر رضہ ۽ حضرت ابو سعيد خدري رضہ ڪان روايت ڪئي آهي ۽ اهي چون پيا تہ "اسان انصار منافقن کي حضرت علي رضہ سائين جي دشمني منجهان سڃاڻيندا هئاسين، يعني جيڪو حضرت علي رضہ سان دشمني رکندو هو تہ پڪ سان ڄاڻندا هئاسين تہ اهو منافق آهي."

حديث 9

بزار پنهنجي 'مسند' ۾ ۽ طبراني 'معجم اوسط' ۾ حضرت جابر بن عبدالله رضہ ڪان ۽ طبراني، حاڪم، عقيل ۽ ابن عدي حضرت عبدالله بن عمر رضہ ڪان ۽ حاڪم، حضرت علي ڪرم الله وجهہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ ٻنهي جهانن جي سردار ﷺ فرمايو: "مان علم جو شهر آهيان ۽ علي رضہ ان جو دروازو آهي."

حديث 10

طبراني ۽ حاڪم حضرت عبدالله بن مسعود رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو: "علي رضہ ڏانهن ڏسڻ عبادت آهي."

حديث 11

ابو يعلي ۽ بزار حضرت سعد بن ابي وقاص رضہ کان روايت ڪئي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: ”جنهن علي رضہ کي ايذاءُ پهچايو، تحقيق انهيءَ مون کي ايذاءُ پهچايو.“

حديث 12

طبراني سند سان حضرت ام سلمہ رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو: ”بيشڪ جنهن علي رضہ کي دوست رکيو ان مون کي دوست رکيو ۽ جنهن مون کي دوست رکيو بس ان الله تعاليٰ کي دوست رکيو ۽ جنهن علي رضہ سان دشمني رکي ۽ بيشڪ انهيءَ مون سان دشمني رکي ۽ جنهن مون سان دشمني رکي، بيشڪ انهيءَ الله تعاليٰ سان دشمني رکي.“

حديث 13

طبراني پنهنجي ڪتاب ’معجم اوسط‘ ۽ ’معجم صغير‘ ۾ حضرت ام سلمہ رضہ کان راويت ڪئي آهي تہ مان رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ ”علي رضہ قرآن شريف سان گڏ آهي ۽ قرآن شريف علي رضہ سان گڏ آهي، اهي ٻئي هڪٻئي کان ڪڏهن بہ جدا نہ ٿيندا، جيستائين مون وٽ حوض ڪوثر وٽ حاضر ٿيندا.“

حديث 14

احمد ۽ حاڪم سند سان حضرت عمار بن ياسر رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ رحمت للعالمين ﷺ جن علي رضہ کي فرمايو تہ ”اي علي رضہ! دنيا ۾ بہ ماڻهو سڀ کان وڌيڪ بدبخت شخص آهن، هڪ ڳاڙهي رنگ جو ثمود، جنهن صالح عہ جي ڏاچي جا پير وڍيا هئا ۽ ٻيو اهو جيڪو تنهنجي مٿان وار ڪندو، جنهن سان تون رت ۾ ڳاڙهو ٿي ويندين ۽ قتل ٿي ويندين.“ ۽ ٻيءَ روايت ۾ آهي تہ حضرت صالح عہ جي ڏاچيءَ کي منڊو بنائڻ وارو شخص پهرين ماڻهن ۾ بدبخت آهي“ چيو وڃي ٿو تہ ان جو نالو قرار بن سالف هو ۽ حضرت علي رضہ جي قاتل جو نالو عبدالرحمان بن ملجم هو. اها حديث غيب جي خبر ڏيڻ ۽ اهو واقعو ايئن ٿيڻ، پاڻ سڳورن ﷺ جن جو عظيم معجزو آهي.

**حديث 15**

طبراني حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ رسول انور ﷺ جن فرمايو تہ ”بيشڪ بهشت ٽن ماڻهن لاءِ مشتاق آهي. علي رضہ، عمار بن ياسر رضہ ۽ سلمان فارسي رضہ.“

**حديث 17**

هڪ روايت ۾ آهي تہ پيغمبر خدا ﷺ جن فرمايو: ”چئن شخصن جي محبت ڪنهن منافق جي دل ۾ جمع نہ ٿيندي ۽ انهن چئن ڪي مؤمنن ڪانسواءِ ڪوبہ دوست نہ رکندو ،اهي چار هي آهن:
”ابوبڪر رضہ، عمر رضہ، عثمان رضہ ۽ علي رضہ.“

**حديث 18**

ابن ابي الدنيا، حضرت ابو سعيد در رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ آخري مرض ۾ اسان رسول انور ﷺ جن وٽ وياسين، پاڻ سڳورن ﷺ جي اڳيان حضرت عباس رضہ ۽ حضرت علي رضہ حاضر ٿيا. بس پاڻ سڳورن ﷺ انهن ٻنهي ڏانهن اشارو ڪندي فرمايو: ”اي ايمان وارؤ! مان توهان ڪي انهن ٻنهي جي حق ۾ خير ۽ خوبي جي وصيت ڪيان ٿو ۽ انهن جي حق ۾ جيڪو شخص منهنجي رعايتن جي حق جي حفاظت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان ڪي نور عطا ڪندو، ايستائين جو قيامت جي ڏينهن ان نور سان گڏ مون وٽ ايندو.“

**حديث 19**

ابن عدي، حضرت علي ڪرم الله وجہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ ”علي رضہ مومنن جو محبوب آهي ۽ مال منافقن جو محبوب آهي.“

**حديث 20**

ترمذيءَ، عمران بن حصين رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ ”بيشڪ مان علي رضہ منجهان آهيان ۽ علي رضہ مون منجهان آهي ۽ مون ڪان پوءِ اهو هر مؤمن جو دوست آهي.“

**حديث** 21

ابوالخير حاڪمي، حضرت عبدالله بن عباس رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ، هڪ ڏينهن حضرت علي ڪرم الله وجهہ، حضور اڪرم ﷺ جن جي حضور ۾ آيو ۽ اتي حضرت عباس رضہ بہ ويٺو هو. حضرت علي رضہ سلام ڪيو ۽ رسول اڪرم ﷺ جن سلام جو جواب ڏيئي، اٿي بيٺا ۽ حضرت علي رضہ سائين جن سان ڀاڪر پاتائون ۽ ان جي نرڙ تي چمي ڏنائون ۽ ساڄي طرف ان ڪي ويهاريائون. تڏهن حضرت عباس رضہ چيو: "يا رسول الله ﷺ! ڇا توهان ان ڪي دوست رکو ٿا." پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: "هائو، مان الله تعاليٰ جو قسم کڻي چوان ٿو تہ الله تعاليٰ ان ڪي منهنجي دوست رکڻ ڪان وڌيڪ دوست رکي ٿو." ۽ پاڻ سڳورن ﷺ هي بہ فرمايو تہ "الله تعاليٰ هر نبي پاڪ جي ذريت ۽ اولاد ڪي ان جي پيڙهيءَ ۾ شمار ڪيو آهي ۽ منهنجي ذريت ۽ اولاد ڪي ان جي يعني حضرت علي رضہ جي پيڙهيءَ ۾ شمار ڪيو آهي."

**حديث** 22

ابوبڪر اسماعيلي پنهنجي ڪتاب 'معجم' ۾ حضرت ابوذر غفاري رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن حضرت علي رضہ ڪي فرمايو: "اي علي رضہ! جنهن تنهنجي اطاعت ڪئي، تحقيق تنهن منهنجي اطاعت ڪئي، جنهن منهنجي اطاعت ڪئي، تحقيق انهيءَ الله تعاليٰ جي اطاعت ڪئي، جنهن تنهنجي نافرماني ڪئي، بس تحقيق انهيءَ منهنجي نافرماني ڪئي، جنهن منهنجي نافرماني ڪئي، تحقيق انهيءَ الله تعاليٰ جي نافرماني ڪئي."

هونئن تہ حضرت علي رضہ جي فضيلتن ۽ ساراهہ ۾ ٻيون بہ بيشمار حديثون روايت ٿيل آهن، ليڪن مختصر نموني سان مٿي پيش ڪيون ويون آهن.

# باب چوٿون

*حضرت علي رضہ سائين، حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ، حضرت امام حسن رضہ، ۽ حضرت امام حسين رضہ بابت ڪجھ بيون روايتون هيٺ پيش ڪجن ٿيون.*

## حضرت علي ڪرم الله وجهہ

حضرت حيدر ڪرار رضہ جن جو جاهليت جي دور ۽ اسلام جي دور ۾ نالو علي رضہ هو ۽ سندنڪنيت ابوالحسن هئي. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن ڪان سندن ڪنيت ابو تراب بہ رکيل هئي، جنهن ڪري پاڻ انهيءَ لقب تي فخر ڪندا هئا، تہ اهو لقب سرور ڪونين ﷺ جن ڪان ڏنو ويو آهي ۽ ان ڪانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي طرفان سندن لقب مرتضيٰ ۽ حيدر بہ رکيل هئا. حضرت علي رضہ جن جي والد جو نالو ابو طالب هو، جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جو چاچو هو. ابو طالب جو اصل نالو عبد مناف آهي ۽ حضرت علي رضہ سائين جن جي والده جو نالو فاطمه بنت اسد بن هاشم بن عبد مناف آهي. هيءَ هاشمي خاندان جي پهرين عورت هئي، جنهن هاشمي خاندان جي ٻار کي جنم ڏنو هو. حضرت علي رضہ سائين جن جي والده اسلام قبول ڪيو هو، هجرت ڪئي هئائين ۽ مديني شريف ۾ وفات ڪي هئائين ۽ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن انهيءَ جي جنازي ۾ شريڪ ٿيا هئا ۽ دفنائڻ لاءِ قبر ۾ بہ گهڙيا هئا ۽ ڪيس پنهنجو پهراڻ پهرايو هئائون ۽ ان جي قبر بغير ڪنهن اختلاف جي مديني منوره جي قبرستان ۾ واقع آهي، مگر عالمن ۾ قبر جي هجڻ بابت ڪجھ اختلاف آهن:

(1) جنت البقيع جي آخر ۾ آهي.

(2) حضرت عباس رضہ جي قبر ويجهو سرائي عقيل ۾ واقع آهي.

(3) سندن قبر حضرت ابراهيم رضہ يعني پاڻ سڳورن ﷺ جن جي لخت جگر جي لڳ آهي.

حضرت علي رضہ جن جي والد ابو طالب جي وفات، پاڻ سڳورن ﷺ جن جي مديني شريف ڏانهن هجرت کان ٽي سال اڳ، مکي شريف ۾ ٿي. انهيءَ وقت پاڻ سڳورن ﷺ جي عمر 50 سال هئي. حضرت علي رضہ سائين ابوطالب جي پٽن منجهان سڀ کان ننڍا هئا، مگر فضيلت الله جي هٿن ۾ آهي. جنهن کي چاهي ان کي ڏئي.

ابن ابي سعد حضرت عمر فاروق رضہ کان روايت کئي آهي تہ حضرت عمر رضہ فرمايو: ”حضرت علي رضہ اسان وٽ قضا ۾ وڏو ماهر هو“ حضرت عبدالله بن عباس رضہ چيو تہ ”جيڪڏهن کو اسان سان حضرت علي رضہ جي فتويٰ بيان کندو هو تہ اسين ان قول کان اڳتي نہ وڌندا هئاسين.....“

سعيد بن مسيب رضہ کان روايت آهي تہ حضرت عمر رضہ چوندو هو تہ ”مان الله تعاليٰ کان ان مشکل مسئلي بابت پناهہ گهران ٿو، جنهن لاءِ ابوالحسن يعني حضرت علي رضہ نہ هجي.“ حضرت بي بي عائشہ صديقہ رضہ چوندي هئي تہ ”باقي هن وقت جيکي ماڻهو بچيا آهن، انهن منجهان حضرت علي رضہ جن سنت نبوي کي سڀ کان وڌيک ڄاڻڻ وارا آهن.“

هڪ روايت آهي تہ حضرت علي رضہ کي اسلام ۾ سبقت، رسول اکرم ﷺ جن جي نياڻي، حديث نبوي ۽ فقهہ ۾ سمجهہ، جنگ ۾ شجاعت ۽ مال ۾ سخاوت کري حاصل هئي. حضرت عبدالله بن عباس رضہ جو چوڻ آهي تہ ”حضرت علي رضہ جي شان ۾ ٽي سو قرآن پاک جون آيتون نازل ٿيون آهن.“ حضرت عبدالله بن عباس رضہ چوندو هو تہ ”حضرت علي رضہ سائين منجهہ 18 خصلتون اهڙيون هيون ۽ جيکي هن امت منجهان کنهن ۾ بہ نہ آهن.“

ابو يعليٰ، حضرت ابو هريره رضہ کان روايت کئي آهي تہ حضرت عمر فاروق رضہ چيو تہ ”تحقيق علي رضہ کي ٽي خوبيون اهڙيون عطا کيون ويون هيون، جيکڏهن انهن منجهان هڪ بہ منهنجي لاءِ هجي ها تہ اهو مون لاءِ ان کان وڌيک بهتر هو تہ عرب ملک جو سنو مال، ڳاڙها اٺ ڏنا وڃن، اهي ٽي خوبيون هي هيون.

1. حضرت محمد کريم ﷺ جن جي نياڻيءَ سان نکاح.
2. خيبر فتح کرڻ لاءِ جهنڊو عطا کرڻ.

3. ڪيس وانگي جنابت جي حالت ۾ مسجد منجهان لنگهڻ جائز هجڻ."

ابن سعيد حضرت علي ڪرم الله وجهہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضرت علي رضہ فرمايو تہ "مان الله تعاليٰ جو قسم کڻي چوان ٿو تہ مون کي سڌ آهي تہ قرآن پاڪ جي ڪهڙي آيت ڇا لاءِ نازل ٿي ۽ هي بہ ڄاڻان ٿو تہ هيءَ آيت ڏينهن ۾ نازل ٿي يا رات ۾، نرم زمين ۾ نازل ٿي يا جبل تي."

## ڪجهہ ڪرامتون

1. سج جي لهڻ ۽ پوءِ واپس موٽي اچڻ جو واقعو ان وقت جو آهي، جڏهن حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جو سر مبارڪ حضرت علي رضہ سائين جن جي جهوليءَ ۾ هو ۽ انهيءَ وقت ٿيو. ائين جو پاڻ سڳورن ﷺ جي مٿان وحي نازل ٿيو. حضرت علي رضہ سائين جن ٽيپهريءَ جي نماز پڙهي نہ سگهيا، وحي ۽ حضرت محمد ﷺ جن جي ادب جي ڪري اظهار نہ ڪري سگهيا تہ سج لهي ويو. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي خبر پيئي تہ حضرت علي رضہ ٽيپهريءَ جي نماز نہ پڙهي سگهيا آهن. تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ دعا گهري "اي الله! علي رضہ تنهنجي اطاعت ۽ منهنجي اطاعت ۾ مشغول هو، ان لاءِ سج کي واپس ڪر ۽ پوءِ ان کي لاهہ." انهيءَ دعا گهرڻ کان بعد سج واپس ٽيپهريءَ تي اچي ويو ۽ حضرت علي رضہ جن ٽيپهريءَ جي نماز پڙهي.

انهيءَ متنيءَ حديث کي علامہ طحاوي ۽ قاضي عياض شفا ۾ لکيو آهي ۽ شيخ الاسلام ابوذر انهيءَ جي تصديق ڪئي آهي......

2. حضرت علي رضہ سائين جن جي ٻي ڪرامت لاءِ هيءَ روايت ٿيل آهي تہ مجلس ۾ ويٺلن منجهان هڪ شخص بيهي چيو تہ "هي جيڪي ڪجهہ حضرت علي رضہ ڳالهائي ٿو، اهو ڪوڙ آهي." حضرت علي رضہ چيو: "تون مون کي ڪوڙو ٿو چوين. آئون ان ڪري توکي بدعا ٿو ڏيان تہ تون انڌو ٿيندين." انهيءَ ڪانپوءِ اهو شخص مجلس منجهان اٿيو ۽ انڌو ٿي پيو.

3. حضرت علي رضہ سائين جن جي وقت ۾ ٻہ شخص صبح جو ماني کائي رهيا هئا، هنن منجهان هڪ وٽ پنج مانيون ۽ ٻئي وٽ ٽي مانيون هيون. هڪ شخص اتان لانگهائو ٿيو تہ ان کي بہ انهن ٻنهي شخصن پاڻ سان گڏ ماني کائڻ تي ويهاريو ۽ انهن ٽنهي اٺن مانين کي گڏجي کاڌو. ماني کائڻ کان

بعد ٽئين شخص انهن کي ماني کائڻ جي بدلي اٺ درهم ڏنا ۽ هليو ويو. ان جي وڃڻ کان پوءِ انهن ٻنهي شخصن جي وچ ۾ جهڳڙو ٿي پيو. پنجن مانين واري ٽن مانين واري کي چيو ته ”منهنجي حصي ۾ پنج درهم ٽين ٿا ۽ توکي ٽي درهم ملڻ گهرجن.“ ٽن مانين واري چيو ته ”مونکي چار درهم ملڻ گهرجن.“ بهرحال هر کو پنهنجي ڳالهه تي ڳنڍ ٻڌي بيٺو. اهو فيصلو حضرت علي رضه سائين وٽ کڻي ويا. حضرت علي رضه سائين جن ٻنهي جون ڳالهيون ٻڌي ٽن مانين واري کي چيو: ”تنهنجو دوست جيکي ڪجهه توکي ڏئي ٿو، تون ان کي قبول ڪر.“ ان چيو: ”مان اهو ئي وٺندس، جيڪو فيصلي ۾ حق ڏنو ويندو.“ اهو ٻڌي حضرت علي رضه فرمايو: ”تنهنجو حق صرف هڪ درهم آهي.“ انهيءَ شخص پڇيو ته ”ڪيئن؟“ حضرت علي رضه وراڻيو: ”توهان ٽي شخص هيئو ۽ اوهان اٺ مانيون کاڌيون. خبر نه آهي ته ڪنهن گهڻي ماني کاڌي ۽ ڪنهن ٿوري ماني کاڌي. اهڙيءَ طرح سراسري ڪري هڪ ماني کي ٽن حصن ۾ ورهايو وڃي ته اٺن مانين جا چوويهه حصا بيهندا. تنهي منجهان هر هڪ ماڻهو اٺ، اٺ حصا کاڌا. اهڙيءَ طرح پنجن مانين واري جا پندرهن حصا بيهندا ۽ انهيءَ اٺ حصا کاڌا ته سندس ست حصا باقي بچندا ۽ تون ٽن مانين وارو آهين، تنهنجا نو حصا بيهندا. جڏهن نون حصن منجهان اٺ حصا تون کائي وئين، ته پوءِ هڪ حصو وڃي بيهندو. تنهنڪري انهيءَ ٽئين شخص کي پنجن مانين واري جا ست مليا ۽ تنهنجو هڪ حصو مليو. هاڻي اهو ٽيون شخص توهان کي اٺ درهم ڏئي ويو. انهيءَ ڪري ست درهم ستن حصن واري جا (يعني: پنجن مانين واري جا) ۽ هڪ درهم هڪ حصي مانيءَ واري جو (يعني: تنهنجو) ٿيندو.“

# احوال حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ

بي بي صاحبہ رضہ جو نالو فاطمه هو، انهيءَ کري تہ الله تعاليٰ انهيءَ کي، انهيءَ جي اولاد کي ۽ انهيءَ سان محبت رکڻ وارن کي جهنم جي باهہ کان ڇڏايو آهي. جيئن اڳ ۾ اچي چڪو آهي. نورانيت ۽ تازگيءَ جي کري سندن لقب "زهريٰ" آهي ۽ سندن لقب "بتول" پڻ آهي، انهيءَ کري انهيءَ وقت جي عورتن کان پاڻ دين، شرف، حسب ۽ نسب جي سبب متاهين درجي واريون آهن. پاڻ دنيا کان لاتعلق ٿي الله تعاليٰ جي طرف لاڙو رکنديون هيون.

سندن ڪنيت ام ابيها يعني پنهنجي پيءَ جي امڙ جون بہ معنائون آهن. هڪ تہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن تعظيم سبب ڪين امان ڪري سڏيندا هئا يا انهيءَ ڪري تہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي ڏاڏيءَ جو نالو فاطمہ بنت عمر هو. اهڙيءَ طرح جڏهن ڏاڏيءَ جي نالي تي ان جو نالو پيو تہ ان لحاظ کان اها حضور اکرم ﷺ جن جي والد جي ماءُ بنجي وئي.

حضرت فاطمة الزهريٰ رضہ بهشت جي سڀني عورتن جي سردار آهي. حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ ۽ بي بي مريم رضہ جي متعلق علمائن جو اختلاف آهي تہ انهن ٻنهي منجهان ڪير افضل آهي؟ علامہ قرطبي ٽن دليلن جي بنياد تي بي بي مريم رضہ جي افضل هجڻ جو قائل آهي.

1. بي بي مريم رضہ جي نبوت ۾ اختلاف آهي.

2. حديث شريف جون ڪجهہ روايتن جو مقصد هي ورتو وڃي تہ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ، بي بي مريم رضہ کانسواءِ جنت جي عورتن جي سردار آهي.

3. هي تہ قرآن شريف ۾ حضرت بي بي مريم رضہ جي شان ۾ هي الفاظ نازل ٿيا آهن:

واصطفاک علي نساءَ العالمين

"۽ اسان توکي جهانن جي عورتن تي چونڊيو يعني توکي دنيا جي عورتن تي فوقيت ڏني سون."

عالمن جي اڪثريت جو اهو خيال آهي تہ حضرت فاطمة الزهريٰ رضہ حضرت بي بي مريم رضہ کان افضل آهي، ڇاڪاڻ تہ افضل المخلوقات محمد مصطفيٰ ﷺ جو جزو آهي ۽ حقيقت اها آهي تہ حضرت مريم رضہ نبي نہ هئي، ليڪن ان جي نبي نہ هجڻ تي اجماع نقل ڪيو. باقي قرآن پاڪ جي آيت سڳوريءَ جو مطلب حارث بن ابي اسامہ پنهنجي مسند ۾ لکيو آهي تہ،

حضرت محمد ﷺ جن فرمايو تہ ”مريم پنهنجي دور جي عورتن منجهان افضل هئي ۽ فاطمة پنهنجي دور جي عورتن کان افضل آهي.“

اهڙيءَ طرح ترمذيءَ، حضرت علي رضہ کان راويت کئي آهي تہ بس انهن ٻنهي حديثن کان آيت جي تفسير جي ڇاڻ ٿئي ٿي تہ آيت ۾ عالمين مان مراد حضرت مريم رضہ جو وقت آهي. سڀ زمانا ۽ جهان مراد نہ آهي ۽ اها بہ خبر آهي تہ هيءَ امت سيني امتن کان افضل آهي. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جو فرمان آهي:

كنتم خير امته اخرجت الناس

ترجمو: اوهين بهترين امت آهيو ماڻهن جي نفعي لاءِ موڪليا ويا آهيو.

ان منجهان حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي فضيلت ظاهر ٿي آهي. محدثن جي اڪثريت بہ ان ڳالهہ تي اتفاق ڪري ٿي تہ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي فضيلت حضرت بي بي مريم رحہ کان وڌيڪ آهي. جيئن تہ زرڪشي، خيفري، مقريزي ۽ امام سيوطي رحہ وغيره.

ڪجهہ عالمن جو ان ڳالهہ تي اختلاف آهي تہ هن امت جي عورتن منجهان ڪير افضل آهي؟ ڪجهہ علماءَ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ کي افضل چون ٿا، ڪجهہ حضرت بي بي خديجة الكبريٰ رضہ کي ۽ ڪجهہ وري حضرت بي بي عائشہ رضہ کي افضل سڏين ٿا.

عالمن جي اڪثريت ان ڳالهہ تي اتفاق ڪري ٿي تہ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ سيني کان وڌيڪ شان ۽ فضيلت واري آهي، ان کانپوءِ حضرت بي بي خديجة الكبريٰ رضہ ۽ پوءِ حضرت بي بي عائشہ رضہ.

حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جو نڪاح حضرت علي رضہ سان الله تعاليٰ جي وحيءَ جي حڪم سان ٿيو هو ۽ صحيح قول هي آهي تہ انهن جي وچ ۾ نڪاح مديني منوره ڏانهن هجرت ڪرڻ کان بعد ٻئي سال ٿيو. مهينو محرم يا صفر يا رجب يا رمضان هو. اهي چار قول مشهور آهن. ان کان بعد سند وارو قول هي آهي تہ صفر جي ٻئي ڏهاڪي ۾ سندن نڪاح ٿيو هو. انهيءَ وقت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي عمر 19 سال ۽ ڪجهہ مهينا هئي.

هڪ روايت ضعيف هيءَ بہ آهي تہ حضرت علي رضہ سائين جن جي عمر ان وقت چوويهہ سال ۽ ڪجهہ مهينا هئي.

## احوال حضرت امام حسن رضہ

پاڻ سيد ڪريم، حليم، بي انتها سخي، باوقار، صاحب حيا، همدرد ۽ دنيا کان منهن موڙيندڙ ۽ آخرت جي طرف راغب ٿيندڙ هو. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن سندن نالو حسن رضہ رکيو. ان کانپوءِ حضرت علي رضہ سائين جن سندن نالو حرب رکيو. بس محبوب خدا ﷺ جن فرمايو تہ "هن جو نالو حسن رضہ آهي." اهڙيءَ طرح ان کانپوءِ ٻئي اچڻ واري فرزند جونالو پاڻ سڳورن ﷺ جن حسين رضہ رکيو ۽ اهڙي طرحِ اهي ٻئي نالا حسن رضہ ۽ حسين رضہ ان کان اڳ ۾ پهريائين ڪنهن جا بہ نالا نہ هئا.

حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن سندس ڄمڻ کانپوءِ ستين ڏينهن عقيقو فرمايو ۽ انهيءَ تي ٻن رڍن کي ذبح ڪيو ۽ انهيءَ منجهان دائيءَ کي هڪ ران ۽ هڪ دينار ڏنائون ۽ حضرت امام حسن رضہ جي وارن کي ڪوڙايائون ۽ مٿي جي وارن جي عيوض وارن جي وزن جيتري چانديءَ جو صدقو ڪيائون ۽ انهيءَ جو طهر ڪرايائون. اهي سڀ ڳالهيون پاڻ سڳورن ﷺ جن جون حضرت امام حسن رضہ سان محبت جون نشانيون هيون. حضرت امام حسن رضہ جن پاڻ ڪريم ﷺ جن سان گڏ سادا ست سال گذاريو. حضرت امام حسن رضہ ويهہ حج پيادل ڪيا ۽ رستي ۾ ڪٿي بہ سوار نہ ٿيا، جيتوڻيڪ سواري بہ ساڻ هئي، جڏهن ڪين چيو وڃي پيو تہ "توهان ڇو سوار نہ ٿا ٿيو، توڙي جو ڪيتريون ئي سواريون موجود آهن." اهو ٻڌي پاڻ اهو جواب ڏيندا هئا تہ "مونکي پنهنجي پروردگار کان شرم اچي ٿو تہ منهنجي ان سان ملاقات ان حالت ۾ ٿئي تہ ان جي گهر جي طرف پيادل نہ وڃان." حضرت امام حسن رضہ جن هر ماڻهوءَ سان محبت ۽ اخلاق سان پيش ايندا هئا. هڪ قصو مشهور آهي تہ سندن نوڪر گرم کير سندن مجلس ۾ کڻي آيو، هن جو پير ترڪي ويو، پيالو ڀڄي پيو ۽ گرم کير حضرت امام حسن رضہ جي منهن مٿان هارجي پيو. پاڻ نوڪر کي ادب سيکارڻ واري نظر سان ڏٺائون. اِهو ڏسي نوڪر جي زبان تي هي الفاظ جاري ٿي ويا. والڪاظمين الغيظ. يعني ۽ ڪاوڙ کي کائڻ وارا، حضرت امام حسن رضہ ڪظمت غيظي يعني مان ڪاوڙ کي کائي ڇڏيو. تنهن کان پوءِ ٻانهي چيو "والعافين عن الناس:"

۽ ماڻهن کي معاف ڪرڻ وارا: امام حسن رضہ فرمايو "قدعفوت عنڪ" يعني "تحقيق مان توکي معاف ڪري ڇڏيو." تنهن کان پوءِ ان ٻانهي چيو "والله يحب المحسنين" يعني الله تعاليٰ احسان ڪرڻ وارن کي دوست رکندو آهي. حضرت امام حسن رضہ اهو ٻڌي فرمايو تہ "مان توکي الله تعاليٰ جي لاءِ آزاد ڪيو."

حضرت امام حسن رضہ وڏو سخي هو. هڪ روايت آهي تہ پاڻ پنهنجي عمر ۾ ٻہ دفعا سڄو مال غريبن کي ڏيئي ڇڏيائون ۽ ٽي دفعا پنهنجو اڌ مال مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيائون. سندن اها عادت هئي تہ هڪ جتي الله جي راهہ ۾ رکندا هئا ۽ هڪ پاڻ وٽ رکندا هئا.

حضرت امام حسن رضہ جي سخاوت جو هڪ واقعو آهي، جيڪو هڪ سائل کان ٻڌو ويو آهي تہ هو پنهنجي رب پاڪ کان ڏهہ هزار درهم گهري رهيو هو. حضرت امام حسن رضہ پنهنجي مال منجهان انکي ڏهہ هزار درهم ڏنا. هڪ راويت آهي تہ هڪ سائل امام حسن رضہ وٽ پنهنجيءَ حالت کي ظاهر ڪرڻ لڳو تہ غربت کان اڳ ۾ هي هڪ وڏو مالدار هو ۽ هن دولت جي زوال ٿيڻ جو قصو ٻڌايو. حضرت امام حسن رضہ فرمايو تہ "اي سائل! تون الله تعاليٰ جو نالو وٺندو رهہ مون تي تنهنجو وڏو حق آهي. الله تعاليٰ جي مقابلي ۾ مال تمام گهٽ حيثيت رکي ٿو. جنهن حق جو تون اميدوار آهين، ان جي ادائگي کان منهنجو هٿ عاجز آهي. منهنجي ملڪيت ۾ايترو مال نہ آهي، جو تنهنجي حق کي پورو ڪري سگهي. جيڪڏهن تون منهنجي فيصلي تي راضي رهين تہ توکي ان فيصلي مطابق رقم ڏيان." تڏهن سائل چيو تہ "اي رسول الله ﷺ جا فرزند! مان ان کي قبول ڪندس، جيڪي ڪجهہ تون ڏيندين ۽ اُن تي شڪريو بہ ادا ڪندس ۽ جيڪڏهن نہ ڏيندين تہ ان تي بہ راضي رهندس." اهو ٻڌي حضرت امام حسن رضہ پنهنجي وڪيل کي گهرايو ۽ ان سان حساب ڪيائون ۽ فرمايائون تہ "حساب کان وڌيڪ جيڪا رقم بچي ٿي ان کي حاضر ڪر." وڪيل ان رقم کي حاضر ڪيو. جيڪا پنجاهہ هزار درهم هئي. تنهن کان پوءِ وڪيل کي فرمايائون "اهي پنج سو دينار ڪيڏانهن ويا. جيڪي تو وٽ الڳ رکيل هئا." انهيءَ تي وڪيل چيو تہ "اهي بہ مون وٽ

محفوظ پيل آهن“ پاڻ فرمايائون تہ ”ان رقم کي بہ مون وٽ کڻي اچ“ ان وڪيل انهن دينارن کي بہ حاضر ڪيو. حضرت امام حسن رضہ فرمايو تہ ”اهي ٻئي رقمون پنج سو دينار ۽ پنجاهہ هزار درهم مون کي ڏي.“ ان کان پوءِ سائل کي ڏيئي معذرت ڪيائين تہ هي ٿورڙي رقم آهي ۽ ان تي ئي راضي رهہ.

هڪ ٻي بہ روايت آهي تہ هڪ ڪراڙيءَ عورت حضرت امام حسن رضہ، حضرت امام حسين رضہ ۽ حضرت عبدالله بن جعفر طيار رضہ جي دعوت ڪئي. جڏهن دعوت کان فارغ ٿيا تہ امام حسن رضہ انهيءَ ڪراڙيءَ کي هڪ هزار درهم ڏنا ۽ حضرت امام حسين رضہ بہ انهيءَ کي هڪ هزار درهم ڏنا ۽ حضرت عبدالله بن جعفر رضہ انهيءَ کي ٻہ هزار درهم ۽ ٻہ هزار دينار ڏنا.

حضرت امام حسن رضہ کي امير معاويہ رضہ خلافت ڇڏڻ جي ڪري هر سال هڪ لک درهم عطيي طور ڏيندو هو......

# احوال حضرت امام حسين رضہ

سندن اسم گرامي حسين رضہ آهي. ڪنيت ابوعبدالله ۽ لقب ذڪي آهي. جڏهن سندن ولادت ٿي تہ رسول خدا ﷺ جن فرمايو تہ ”هن جو نالو حسين رضہ آهي.“ ان ڪان اڳ هن جي والد حضرت علي رضہ سائين هن جو نالو حرب رکيو هو.

ڇيو وجي ٿو تہ هن جي ولادت ٿي تہ سرور ڪائنات ﷺ جن ان ڪي پاڻ وٽ گهرايائون ۽ ان جي ساڄي ڪن ۾ آذان ۽ کاٻي ڪن ۾ تڪبير فرمايائون ۽ ان جي تضحيڪ بہ فرمايائون، يعني پاڻ سونهارن ﷺ جن کارڪ کي چٻاڙي ان جي تارون ۾ لڳائي ۽ پنهنجي لب مبارڪ کي ان جي وات مبارڪ ۾ داخل ڪيو ۽ ان جي منهن تي چمي مبارڪ ڏنائون ۽ ست ڏينهن گذري ويا تہ پوءِ ان جي عقيقي لاءِ بہ ڇيلا ذبح ڪيائون ۽ ان جي مٿي جي وارن کي ڪوڙايائون ۽ وارن جي وزن جيتري چانديءَ جو صدقو فرمايائون ۽ ان جو ختنو فرمايائون.

حضرت امام حسين رضہ جا مهاندا هو بهو حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جهڙا هئا.

حضرت امام حسين رضہ جن ڇهہ سال ۽ پنج مهينا پاڻ ڪريم ﷺ جن سان گڏ گذاريا. انهيءَ ڪري علمائن جو چوڻ آهي تہ حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ ٻئي اصحابن سڳورن ۾ شامل آهن، ڇاڪاڻ اڪثر محدثن جو ان تي اتفاق آهي تہ جنهن رسول اڪرم ﷺ جن کي انهيءَ حالت ۾ ڏٺو تہ انهيءَ جي عمر پنج سال هئي تہ اهو اصحابن ۾ شمار ٿئي ٿو. باقي ان کان گهٽ عمر واري لاءِ علمائن ۾ اختلاف آهي.

حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن حضرت امام حسين رضہ جن کي پيارو رکندا هئا. جيئن تہ ڪتاب جي اڳين صفحن ۾ ان جو بيان اچي چڪو آهي ۽ رسول اڪرم ﷺ جن رحلت فرمائڻ تائين ان کان راضي هئا ۽ حضرت ابوبڪر رضہ، حضرت عمر رضہ ۽ حضرت عثمان رضہ، سڀ امام حسين رضہ جي بي حد تعظيم ۽ عزت ڪندا هئا. هي پنهنجي والد حضرت علي رضہ سائين جن سان جنگ جمل، جنگ صفين ۽ جنگ نهروان وغيره ۾ شامل هو ۽

الله تعاليٰ جي عابدن ۾ سندس شمار آهي. سندن عبادت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته پاڻ پيرين پيادل پنجويهه حج ڪيائون ۽ ڪنهن هڪ ۾ حج ۾ پاڻ سوار نه ٿيا هئا، حالانڪ ڪيتريون ئي سواريون سندن خدمت ۾ پيش ڪيون ويون هيون.

پاڻ سخي هئا. سندن سخاوت جو ڪجهه احوال حضرت امام حسن رضه جي احوال ۾ گذري چڪو آهي. پاڻ ماڻهن سان نرم طريقي سان گفتگو ڪندا هئا.

هڪ روايت ۾ آهي ته هڪ ڏينهن امام حسن رضه ۽ امام حسين رضه هڪ ريگستان جي طرف نڪتا. هنن ٻنهي اتي هڪ پير مرد کي وضو ڪندي ڏٺو، جنهن کي وضو ڪرڻ نه پيو اچي. تڏهن حضرت امام حسن رضه ۽ حضرت امام حسين رضه ٻنهي پاڻ ۾ گفتگو ڪرڻ فرمايو ته "هي شخص پوڙهو آهي ۽ وضو ڪرڻ نه ڄاڻي ٿو، اسين ان کي ڪهڙي طرح چئون ته تون وضو ڪرڻ نه ڄاڻين ٿو. متان ان چوڻ سان هو ناراض ٿي وڃي." تنهن کان پوءِ هنن ٻنهي اهو فيصلو ڪيو ته اسان ٻئي ٻائر وضو ڪريون ٿا ۽ پوءِ ان پوڙهي کي چيائون "تون پير مرد ۽ داناءُ آهين، تون اسان ٻنهي کي وضو ڪرڻ سيکار." اهو ٻڌي ان پير مرد قبول ڪيو. هي ٻئي انهيءَ جي سامهون ويهي رهيا ۽ انهن وضو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ان کي چوڻ لڳا ته "اي پير مرد! اسان جي وضو کي ڏسو ته اسان منجهان ڪير صحيح وضو ڪري ٿو." اهو چئي انهن ٻنهي پير مرد جي سامهون وضو ڪيو ۽ پير مرد انهن ٻنهي جو وضو ڏسي رهيو هو. جڏهن هي ٻئي وضو کان واندا ٿيا ته پير مرد چيو ته "توهان ٻنهي چڱي طرح وضو ڪيو آهي، مگر مون ان کان اڳ وضو کي چڱي طرح نه سمجهيو هو ۽ هاڻي مان وضو ڪرڻ توهان کان سکي ورتو."

حضر بي بي فاطمة الزهريٰ رضه، حضرت امام حسن رضه ۽ حضرت امام حسين رضه جن جون فضيلتون ته بي شمار آهن، مگر هتي مختصر ڏنيون ويون آهن.

# حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي فضيلت بابت حديثون

**حديث 1**

صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ تحقيق حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ مون کي فرمايو تہ "اي فاطمة رضہ ڇا تون انهيءَ تي راضي نہ آهين، تہ تون سيني عورتن جي سردار بڻج."

هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ "تون ساري جهان جي عورتن جي سردار آهين." انهيءَ کي عمر بن حسين رضہ روايت ڪيو آهي. هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ "تون بهشت جي عورتن جي سردار آهين." اهڙيءَ طرح روايت ڪئي امام بخاري پنهنجي ڪتاب ۾ حضرت خديجة الڪبريٰ رضہ کان امام احمد رحہ پنهنجي مسند ۾ روايت سان بيان ڪيو آهي تہ "فاطمة رضہ بهشت جي سيني عورتن کان افضل آهي." اهڙيءَ طرح زرقانيءَ شرح مواهب اللدنيه ۾ بہ چيو آهي.

**حديث 2**

هڪ ٻي روايت آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ "بيشڪ منهنجي ڌيءَ نياڻي حيض کان پاڪ آهي، ان جو نالو فاطمه رضہ ان لاءِ رکيو ويو آهي تہ انهيءَ قطع ڪيو آهي يعني الله تعاليٰ انهيءَ کي ۽ انهيءَ سان محبت ڪرڻ وارن کي دوزخ جي باهہ کان آزاد ڪيو آهي." ٻي روايت ۾ آهي تہ "فاطمة ان لاءِ رکيو ويو آهي تہ الله تعاليٰ انهيءَ کي ۽ انهيءَ جي رشتيدارن کي جهنم جي باهہ کان آزاد ڪيو آهي."

**حديث 3**

بزار، طبراني، ابو نعيم ۽ حاڪم حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ "بيشڪ فاطمہ رضہ پاڻ کي گناهن کان الڳ رکيو ۽ الله تعاليٰ ان تي ۽ ان جي رشتيدارن تي دوزخ جي باهہ حرام ڪئي آهي."

**حديث 4**

بخاري، ابويعلي، ابن حيان، طبراني ۽ حاڪم حضرت اسامہ بن زيد

رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت ڪئي آهي ته رسول الله اڪرم ﷺ جن فرمايو ته ”فاطمة رضه بهشت جي عورتن جي سردار آهي.“

حديث 5

امام بخاري، امام مسلم ۽ ٻين محدثن حضرت مسعود بن محزم رضه کان راويت ڪئي آهي ته بنو هاشم چاهين پيا ته علي رضه جويره سان نڪاح ڪري ۽ اها ابواجهل جي نياڻي هئي. جويريه ايمان آندو هو ۽ اصحابڻ هئي. اها ڳالهه حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن کي معلوم ٿي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن خطبو پڙهيو ۽ انهيءَ خطبي ۾ ارشاد فرمايائون ته ”بيشڪ هشام جي اولاد ان جي اجازت وٺن ٿا ته فاطمة رضه جي مٿان پنهنجي ڌيءُ جو نڪاح علي رضه سان ڪن. مان انهيءَ جي اجازت نه ڏيندس. ڇاڪاڻ ته فاطمة رضه منهنجي گوشت جو ٽڪر آهي، جيڪا شيءِ انهيءَ کي پريشان ڪندي، اها مونکي پريشان ڪندي، جيڪا ان جي تڪليف جو سبب بڻبي، اها شيءِ منهنجي تڪليف جو سبب بڻبي.“

حديث 6

احمد، ترمذي ۽ حاڪم حضرت عبدالله بن زبير رضه کان روايت ڪئي آهي ته رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو ته ”فاطمة رضه منهنجي گوشت جو ٽڪر آهي، اها شيءِ منهنجي ايذاءُ جو سبب بڻبي، جيڪا انهيءَ لاءِ ايذاءُ بڻبي ۽ اها شيءِ مون کي ڪاوڙ ڏياريندي، جيڪا انهيءَ کي ڪاوڙ ڏياريندي.“

حديث 7

طبراني حضرت ابوهريره رضه کان راويت ڪئي آهي ته رسول اڪرم ﷺ جن حضرت علي رضه کي فرمايو ته ”اي علي رضه! فاطمه رضه مون کي تو کان وڌيڪ پياري آهي ۽ تون مون کي فاطمة رضه کان وڌيڪ عزيز آهين.“

حديث 8

ابوبڪر غيلاني ڪتاب الغيلاتيان ۾ حضرت ابو ايوب رضه کان روايت ڪئي آهي ته رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو ته ”قيامت جي ڏينهن آواز ڏيڻ وارو عرش جي هيٺان ماڻهن کي آواز جي ذريعي ٻڌائيندو ته توهان پنهنجي

ڪنڌن ڪي هيٺ ڪيو ۽ پنهنجن اکين کي بند ڪيو تان ته فاطمه رضه ستر هزارن حورن سميت ڪنوڻ وانگر لنگهي ويئي، بهشت ۾ داخل ٿئي."

حديث 9

ام المومنين حضرت بي بي عائشه رضه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فاطمة رضه کي فرمايو ته "مون کي جبرائيل عليه السلام هيءَ خبر ڏني آهي ته مومنن جي عورتن منجهان ڪائي عورت اولاد جي فضيلت ۾ تو کان وڌيڪ نه آهي. بس توکي گهرجي ته مومنن جي عورتن کان "صبر ۾ گهٽ نه ٿيءُ."

حديث 10

ابو دائود، ترمذي ۽ نسائي حضرت عائشه صديقه رضه کان راويت ڪئي آهي ته چيو انهيءَ ته "مان حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن کي گڏ هلڻ، اٿڻ، ويهڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ڪنهن کي فاطمة رضه کان زياده هڪجهڙو نه ڏٺو. انهيءَ جي رفتار رسول الله ﷺ جن جي رفتار هئي ۽ فاطمة رضه جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جن وٽ اچي ٻيهندي هئي ته پاڻ سونهارا ﷺ جن اٿي بيهندا هئا، ان جي مٿي تي چمي ڏيندا هئا ۽ ويهڻ لاءِ ان جي هيٺان چادر وڇائيندا هئا ۽ انهيءَ کي پنهنجي جاءِ تي ويهاريندا هئا ۽ جڏهن رسول اڪرم ﷺ جن فاطمة رضه جي گهر ويندا هئا ته اها به ساڳئي اهو ئي برتاءُ ڪندي هئي."

حديث 11

ترمذي ۽ حاڪم حضرت اسامه بن زيد رضه کان روايت ڪئي آهي ته رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو ته "منهنجي اهلبيت منجهان مون کي فاطمة رضه سان زياده محبت آهي."

حديث 12

بزار پنهنجي مسند ۾ حضرت بي بي عائشه صديقه رضه کان راويت ڪئي آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "فاطمة رضه منهنجي باقي نياڻين منجهان افضل آهي، ڇاڪاڻ ته انهيءَ کي منهنجي وصال جي ڪري

صدمو پهتو آهي."

مٿين ۽ حديث جو مطلب هي آهي ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي لاڏاڻي وقت پاڻ سڳورن ﷺ جن جي پاڪ نياڻين ۽ اولاد منجهان حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضه کانسواءِ ڪوبه هن دنيا ۾ موجود نه هو. تنهن ڪري حضرت بي بي فاطمه رضه ان وڏي مصيبت ۾ صبر ڪرڻ جو شرف حاصل ڪيو.

**حديث 13**

امام احمد ۽ ابو عمر بن عبدالبر ثوبان رحه کان روايت ڪئي آهي ته جڏهن رسول اڪرم ﷺ جن حج ۽ عمري جي سفر لاءِ ٻاهر ويندا هئا ته پاڻ سڳورن ﷺ جن جو آخري ڪم فاطمه رضه کان موڪلاڻي هوندو هو ۽ سفر کان واپس ايندي پهريائين مسجد ۾ ٻه رڪعتون نماز پڙهندا هئا، پوءِ فاطمه رضه وٽ ايندا هئا ۽ ان کانپوءِ پنهنجن گهر وارين ڏانهن ويندا هئا.

**حديث 14**

طبراني ۽ ابن ابي عامر، حضرت علي رضه کان راويت ڪئي آهي ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن فاطمه رضه کي فرمايو ته "اي فاطمه رضه بيشڪ الله تعاليٰ تنهنجي ڪاوڙ ڪري ڪاوڙيل هوندو آهي، ۽ تنهنجيءَ رضا خاطر راضي هوندو آهي."

**حديث 15**

ابن سعد رضه حضرت علي ڪرم الله وجهه کان روايت ڪئي آهي ته مون کي رسول الله ﷺ جن خبر ٻڌائي ته "پهريائين جيڪو شخص جنت ۾ ويندو اهو مان، تون، فاطمه رضه، حسن رضه ۽ حسين رضه هوندو." تنهن کان پوءِ مون پڇيو ته "يا رسول الله ﷺ مون سان محبت ڪرڻ وارا ڪڏهن داخل ٿيندا؟" اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "اهي تنهنجي پٺيان داخل ٿيندا."

هڪ ٻيءَ روايت ۾ آهي ته "منهنجي امت منجهان سڀ کان پهريائين جنت ۾ جيڪو پهريون شخص داخل ٿيندو، اهو ابوبڪر رضه هوندو." ۽ حضرت عمر فاروق رضه لاءِ به اهڙي حديث روايت ڪئي وئي آهي.....

اهل بيت سان محبت رکڻ وارن جو مطلب اهو آهي ته اهي ماڻهو جيڪي اهل بيت سان محبت رکن ٿا، اهي اصحابن سڳورن رضہ سان به محبت رکن ٿا، اهي ئي ڪامياب آهن ۽ نه وري اهي ماڻهو جيڪي اهل بيت ڪي ته دوست رکندا آهن، ليڪن اصحابن سان دشمني رکندا آهن.

حديث 16

دارقطني پنهنجي ڪتاب ۾ حضرت علي رضہ کان روايت ڪئي آهي ته مون کي رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو ته "اي علي رضہ! مون کان پوءِ جلدي هڪ اهڙي جماعت پيدا ٿيندي، جنهن جو نالو رافضي رکيو ويندو، جيڪڏهن تون انهن کي ڏسين ته انهن کي قتل ڪجانءِ، ڇاڪاڻ ته اهي مشرڪ هوندا." مان پڇا ڪئي: "يا رسول الله ﷺ انهن جي سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: "انهن جي نشاني اها آهي ته، تنهنجي تعريف ۾ اهڙيون شيون شامل ڪندا، جيڪي تنهنجي اندر ۾ هونديون ۽ سلف صالحين جي مٿان لعنت ملامت ڪندا." هڪ ٻي روايت ۾ آهي ته حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت عمر رضہ کي گاريون ڏيندا....."

## حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ جن بابت حديثون

### حديث 1

بخاري ۽ مسلم حضرت براء بن عازب رضہ کان روايت کئي آهي تہ مان رسول اکرم ﷺ جن کي انهيءَ حالت ۾ ڏٺو تہ حسن بن علي رضہ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ڪلهي مبارڪ تي سوار هو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ فرمائي رهيا هئا تہ "اي الله! بيشڪ مان انهيءَ کي دوست رکان ٿو ۽ تون بہ انهيءَ کي دوست رک."

### حديث 2

امام بخاريءَ حضرت ابوبکر رضہ کان روايت کئي آهي تہ هڪ ڏينهن رسول اکرم ﷺ جن منبر تي انهيءَ حالت ۾ اٿي بيٺا تہ حضرت امام حسن رضہ انهن سان گڏ هئا ۽ هڪ دفعو پاڻ سڳورا ﷺ اسان ماڻهن کي ڏسن پيا ۽ ٻيو دفعو امام حسن رضہ جن کي ڏسن پيا ۽ فرمائن پيا: "بيشڪ منهنجو پٽ سيد آهي ۽ اميد آهي تہ ان سان الله تعاليٰ مسلمانن جي ٻن وڏين جماعتن جي وچ ۾ صلح ڪرائيندو."

ان حديث ۾ رسول اکرم ﷺ جن جي پيشنگوئي ٻڌائي وئي آهي ۽ ٽيهن سالن کان پوءِ هي واقعو اهڙيءَ طرح ظاهر ٿيو آهي تہ جڏهن خلافت بابت حضرت امام حسن رضہ ۽ امير معاويہ رضہ جي وچ ۾ جنگ لڳي ۽ حضرت امام حسن رضہ جن ڏٺو تہ جنگ ۾ مسلمانن جو قتل عام ٿيندو تہ پاڻ امير معاويہ رضہ سان ٺاهہ ڪيائون ۽ خلافت ان جي حوالي ڪيائون. اهو ٺاهہ 25 ربيع الاول، هجرت جي ايڪيتاليهين سال ٿيو. اهڙيءَ طرح پاڻ سڳورن ﷺ جي پيشنگوئي پوري ٿي.

### حديث 3

امام بخاري حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان روايت کئي آهي تہ رسول اکرم ﷺ جن حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضہ جي شان ۾ فرمايو: "اهي ٻيئي دنيا ۾ منهنجي لاءِ خوشبوءِ آهن."

**حديث 4**

ترمذي ۽ حاڪم، ابو سعيد خدري رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ "حسن ۽ حسين رضہ ٻيئي جنت جي نوجوانن جا سردار آهن." انهيءَ حديث کي سعيد خدري رضہ ڪانسواءِ ٻين بہ ڪيترن اصحابن سڳورن روايت ڪيو آهي.

**حديث 5**

ابن عساڪر حضرت علي رضہ ۽ حضرت عبدالله بن عمر رضہ ڪان ۽ طبراني، قيرة ۽ مالڪ بن حويرث رضہ ڪان ۽ حاڪم عبدالله بن مسعود رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ بيشڪ رسول اڪرم ﷺ جن اهو فرمايو تہ "امام حسن رضہ ۽ امام حسين رضہ جنت جي نوجوانن جا سردار آهن ۽ انهن جو والد انهن ڪان افضل آهي."

مٿينءَ حديث منجهان اهو واضح ٿيو تہ حضرت علي رضہ جو شان حسن ۽ حسين رضہ ڪان مٿاهون آهي.

**حديث 6**

امام احمد، ترمذي ۽ ٻين محدثن حذيفہ رضہ ڪان روايت ڪئي آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن مون کي فرمايو تہ "مون وٽ اڄ رات اهڙو ملائڪ نازل ٿيو، جيڪو انهيءَ رات ڪان پهريائين ڪڏهن زمين تي نازل نہ ٿيو آهي ۽ انهيءَ اڄ رات پنهنجي رب پاڪ ڪان موڪل گهري تہ اهو منهنجي زيارت لاءِ اچي ۽ مون تي سلام چوي. الله تعاليٰ انهيءَ کي اجازت ڏني، تڏهن انهيءَ اچي منهنجي زيارت ڪئي، مون تي سلام چيا ۽ مون کي خوشخبري ڏنائين تہ بيشڪ حسن رضہ ۽ حسين رضہ ٻيئي جنت جي نوجوانن جا سردار آهن ۽ فاطمة رضہ جنت جي سيده آهي."

**حديث 7**

ترمذيءَ حضرت اسامہ بن زيد رضہ ڪان روايت ڪئي آهي، جنهن چيو تہ مان رسول اڪرم ﷺ کي انهيءَ حالت ۾ ڏٺو تہ حسن ۽ حسين رضہ ٻيئي پيٽر آيا هئا. اهو ڏسي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: "اهي ٻيئي منهنجا پٽ

آهن ۽ منهنجي نياڻيءَ جو اولاد آهن. اي الله! بيشڪ مان انهن ٻنهي کي دوست رکان ٿو، تون به انهن ٻنهي کي دوست رک ۽ انهن کي پڻ دوست رک، جيڪو انهن ٻنهي کي دوست رکي ٿو.“

**حديث 8**

ترمذي حضرت انس رضہ کان روايت ڪئي آهي ته رسول اڪرم ﷺ جن کان پڇا ڪئي وئي ته ”اهل بيت منجهان توهان کي ڪير زياده پيارو آهي؟“ حضور جن فرمايو: حسن ۽ حسين.“ پاڻ سڳورن ﷺ جن بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ کي فرمائيندا هئا، ته منهنجن ٻنهي پٽن کي مون وٽ وٺي اچ. جڏهن انهن کي آندو ويو ته پاڻ سڳورا ﷺ انهن کي سُنگهندا هئا ۽ انهن کي پنهنجي بدن مبارڪ سان لڳائيندا هئا.

**حديث 9**

حاڪم حضرت عبدالله بن عباس رضہ کان روايت آهي ته هڪ ڏينهن حضرت رسول اڪرم ﷺ جن حضرت حسن رضہ جن کي پنهنجي ڪلهن مبارڪن تي کڻي اچي رهيا هئا، ته رستي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي هڪ شخص مليو، جنهن چيو: ”اي ڇوڪرا! ڪهڙي نه سٺي سواري آهي، جنهن تي سوار ٿي تون وڃين ٿو؟“ اهو ٻڌي رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو: ”ڏس سوار به ڪهڙو نه ڀلو آهي.“

ٻيءَ روايت ۾ آهي ته رستي ۾ جيڪو شخص مليو، اهو حضرت ابوبڪر صديق رضہ هو ۽ رسول مقبول ﷺ جن جي ڪلهن مبارڪن تي ٻئي شهزادا حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ جن هئا. اهو ڏسي حضرت ابوبڪر صديق رضہ چيو: ”اي ڇوڪرؤ! توهان جي سواري ڏاڍي سٺي آهي“ اهو ٻڌي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: ”سوار به ته سٺا آهن.“

**حديث 10**

ابن سعد حضرت عبدالله بن زبير رضہ کان روايت آهي ته حضرت محمد ﷺ جن کي اهل بيت منجهان امام حسن رضہ ۽ امام حسين رضہ سڀ کان وڌيڪ پيارا هئا. مان انهن کي ڏسندو هئس ته اهي اهڙيءَ حالت ۾

ايندا هئا ته رسول اڪرم ﷺ جن سجدي ۾ هوندا هئا ۽ اهي اچي پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ڪنڌ مبارڪ يا پٺيءَ مبارڪ مٿان سوار ٿيندا هئا ۽ پاڻ سڳورا ﷺ جن ڪين ايستائين نه لاهيندا هئا، جيستائين پاڻ نه لهندا هئا. اهڙي قسم جي حديث ابو نعيم پنهنجي ڪتاب حليه ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضه ڪان روايت ڪئي آهي. ٻي حديث ۾ آيل آهي ته حضرت جبرائيل عه آسمان ڪان نازل ٿيندو هو ۽ پنهنجا پر رسول اڪرم ﷺ جن جي مٿان رکندو هو ته جيئن حضور جن پنهنجو مٿو سجدي مان مٿي نه ڪڻن، ايستائين جو اهي رسول اڪرم ﷺ جن تي ويٺل هوندا هئا.

**حديث** 11

ابو القاسم بغوي محمد بن عبدالرحمان ابي ليلي ڪان ۽ ان ڪجھ ٻين اصحابن ڪان روايت ڪئي آهي ته "اسين رسول اڪرم ﷺ جن سان گڏ ويٺا هئاسين، ته حضرت امام حسين رضه آيو ۽ رسول اڪرم ﷺ جن جي پٺيءَ مبارڪ تي چڙهي وينو ۽ ڪڏهن وري پيٽ مبارڪ تي چڙهي ٿي وينو ۽ پوءِ وري رسول اڪرم ﷺ جن جي ڪپڙن تي پيشاب ڪيائين. اسان انهيءَ کي ڪڻڻ چاهيو ۽ اهو چيو ته "توهان هي ڇا ڪري وڌو؟" پيغيمبر خدا ﷺ جن اهو ٻڌي فرمايو: "انهيءَ کي ڪجھ نه چئو." تنهن ڪان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پاڻي گهرايو ۽ ڪپڙن جي مٿان وڌو ۽ اسان انهن ڪپڙن کي ڌوتو."

**حديث** 12

صحيح بخاري ۾ آيل آهي ته انس بن مالڪ رضه ۽ سعد بن عبدالله بن زبير رضه ڪان روايت آهي ته اهل بيت منجهان رسول اڪرم ﷺ جن سان حضرت امام حسن رضه جن جا مهاندا وڌيڪ لڳندا هئا.

ٻيءَ روايت ۾ آهي ته حضرت امام حسين رضه جن پاڻ سڳورن ﷺ جن سان مشابهت رکندا هئا ۽ انهيءَ ڪان سواءِ هڪ ٽين روايت حضرت علي ڪرم الله وجهه جن ڪان آهي ته جنهن کي ترمذي ۾ آندو ويو آهي ته، حضرت امام حسن رضه، پاڻ سڳورن ﷺ جن جي بدن جي مٿين حصي سان وڌيڪ مشابهت رکندا هئا. جيئن، مٿو ۽ منهن مبارڪ، نڪ، سينو ۽ ٻانهون مبارڪ وغيره ۽ حضرت امام حسين رضه جن جا مهاندا بدن جي هيٺين حصي سان گهٽي

مشابهت رکندا هئا. جيئن ته پنيون ۽ ٽنگون مبارک، پير ۽ پيرن جون آڱريون مبارک وغيره.

**حديث** 13

ابن سعد ابي سلمه بن عبدالرحمان کان روايت ڪئي آهي ته رسول اڪرم ﷺ جن حضرت امام حسن رضه لاءِ زبان مبارک ٻاهر ڪڍندا هئا ۽ جڏهن امام حسن رضه زبان مبارک جي ڳاڙهاڻ ڪي ڏسندا هئا ته ان جي طرف ڏيان ڏيندا هئا.

**حديث** 14

حاکم زهير بن ارقم رضه کان روايت آهي ته هڪ ڏينهن حضرت امام حسن رضه جن منبر تي اٿي بيٺا ۽ خطبو ڏيڻ لڳا ته اصحابن سڳورن منجهان هڪ شخص، حضرت امام حسن رضه جن جي خطبي کان واندي ٿيڻ کان پوءِ اٿي بيٺو ۽ چيائين "بيشڪ مان شاهدي ڏيان ٿو ته مان پيغمبر خدا ﷺ جن کي انهيءَ حالت ۾ ڏٺو ته امام حسن رضه جن کي پنهنجي جهوليءَ ۾ ويهاريو هئائون ۽ چئي رهيا هئا ته جيڪو مون کي دوست رکي ٿو ته اهو هن کي به دوست رکي ۽ اهو پيغام انهن تائين پهچائي، جيڪي ان مجلس ۾ نه آهن."

انهيءَ اصحابي چيو: "جيڪڏهن مان امام حسن رضه بابت پيغمبر خدا ﷺ جن جي انهيءَ ڪرامت ۽ تعظيم کي نه ڏسان ها ته انهيءَ جو ڪنهن سان ذڪر نه ڪيان ها."

**حديث** 15

امام بخاري ۽ امام مسلم حضرت ابوهريره رضه کان روايت ڪئي آهي ته حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن حضرت امام حسن رضه جي شان ۾ فرمايو: "اي الله! بيشڪ مان انهيءَ کي دوست رکان ٿو، بس تون انهيءَ کي دوست رک ۽ انهيءَ کي به دوست رک، جيڪو انهيءَ کي دوست رکي."

حضرت ابوهريره رضه جو چوڻ آهي ته "مان جڏهن اها حديث رسول اڪرم ﷺ جن کان ٻڌي ته ان کان پوءِ منهنجي لاءِ امام حسن رضه کانسواءِ ڪو به وڌيڪ دوست نه بڻيو."

**حديث** 16

امام بخاري ۽ امام مسلم حضرت ابو هريره رضه کان روايت ڪئي آهي ته مان حضرت نبي اڪرم ﷺ جن سان گڏ ٻاهر آيس ۽ پاڻ سڳورا ﷺ

يهود قينقاع جي بازار ۾ آيا ۽ اهي يهودي مديني منوره ۾ رهندا هئا ۽ ان کانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ حضرت فاطمة رضہ جي گهر ڏانهن موٽيا ۽ پڇا ڪيائون: "هتي ڇوڪرو آهي، يعني امام حسن رضہ."

معلوم ٿيو تہ حضرت بي بي فاطمة الزهراءَ رضہ امام حسن رضہ کي غسل ڏيئي رهي هئي، جڏهن غسل کان واندي ٿي تہ حضرت امام حسن رضہ کي ڪپڙا پهرايائين تہ امام حسن رضہ پاڻ سڳورن ﷺ جن سان ڀاڪر پائي مليا. تڏهن حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن فرمايو تہ "اي الله! بيشڪ مان هن کي دوست رکان ٿو ۽ تون بہ ڪيس دوست رک ۽ ان کي بہ دوست رک، جيڪو هن کي دوست رکي ٿو."

**حديث 17**

حافظ سلفي، حضرت ابوهريره رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضرت ابوهريره رضہ چيو تہ "مان جڏهن حضرت امام حسن رضہ کي ڏسندو آهيان تہ منهنجون ڀيئي اکيون انهيءَ ڪري ڳوڙها وهائينديون آهن، تہ هڪ ڏينهن پيغمبر خدا ﷺ جن مسجد ۾ ويٺا هئا، ۽ مون کي فرمايائون تہ منهنجي پٽ حضرت حسن رضہ کي مون وٽ وٺي آءُ، مان ان کي گهرايو، اهو ڊوڙندو اچي رهيو هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي هنج ۾ ويهي رهيو. رسول اڪرم ﷺ جن پنهنجا چپ مبارڪ انهيءَ جي چپن سان ملائي رهيا هئا ۽ فرمائي رهيا هئا: "اي الله! تون انهيءَ کي دوست رک، جيڪو هن کي دوست رکي ٿو." اهڙي طرح ٽي دفعا اهي الفاظ ورجايائون.

**حديث 18**

امام احمد اهلبيت جي ساراهہ ۾ ۽ ترمذي حضرت علي ڪرم الله وجهہ کان روايت ڪئي آهي تہ پيغمبر خدا ﷺ جن فرمايو تہ "جيڪو مون کي دوست رکي ٿو، اهو انهن ٻنهي يعني حضرت امام حسن رضہ ۽ امام حسين کي بہ دوست رکندو ۽ انهن ٻنهي جي والد ۽ والده کي بہ دوست رکندو ۽ قيامت جي ڏينهن اهو مون سان گڏ هوندو."

**حديث 19**

طبراني، حضرت فاطمه رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضرت فاطمة

الزهريؒ رضہ فرمايو تہ "مان حسن رضہ ۽ حسين رضہ کي رسول اڪرم ﷺ جن ڏانهن سندن آخري مرض ۾ وٺي ويس ۽ مان چيو تہ يا رسول الله ﷺ امام حسن رضہ ۽ امام حسين رضہ ٻيئي منهنجا پٽ آهن، انهن ٻنهي کي پنهنجن گڻن مان ڪنهن جو وارث بناءِ" اهو ٻڌي حضرت محمد ﷺ جن فرمايو: "منهنجي هيبت ۽ سعادت امام حسن رضہ لاءِ شجاعت ۽ سخاوت امام حسين رضہ لاءِ آهي."

**حديث 20**

ترمذي ۽ طبراني حضرت اسامہ بن زيد رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ سرور ڪونين ﷺ جن حسن ۽ حسين رضہ جن جي شان ۾ فرمايو تہ "هي ٻيئي منهنجا پٽ آهن، ۽ منهنجي نياڻيءَ جو اولاد آهن. اي الله! مان انهن ٻنهي کي دوست رکندو آهيان ۽ تون بہ انهن ٻنهي کي دوست رک ۽ انهن کي بہ دوست رک، جيڪو ٻنهي کي دوست رکي ٿو."

**حديث 21**

ابو دائود، مقدام بن معدي ڪرب کان روايت ڪئي آهي تہ سرور ڪائنات ﷺ جن فرمايو: "اهي ٻئي مون منجهان آهن، يعني حضرت حسن رضہ ۽ حضرت حسين رضہ."

**حديث 22**

عساڪر، مقدام بن معدي ڪرب کان روايت ڪئي آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ "حسن رضہ مون منجهان آهي ۽ حسين رضہ علي رضہ منجهان آهي."

**حديث 23**

ترمذي ۽ ابن ماجہ، ابويعلي بن مرة کان روايت ڪئي آهي تہ حضور انور ﷺ جن فرمايو تہ "حسين رضہ مون منجهان آهي ۽ مان حسين رضہ منجهان آهيان، خدا تعاليٰ انهيءَ کي دوست رکندو آهي، جيڪو حسين رضہ کي دوست رکندو آهي." پاڻ سڳورن ﷺ هي بہ فرمايو تہ "حسن رضہ ۽ حسين رضہ بہ سبط آهن" اسباط جو مطلب عظيم جماعت جو آهي.

**حديث** 24

ترمذي انس رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ سرور ڪائنات ﷺ جن فرمايو تہ "اهلبيت منجهان مون کي سڀ کان پيارا حسن رضہ ۽ حسين رضہ آهن."

**حديث** 25

امام احمد، ابن ماجہ ۽ حاڪم، حضرت ابوهريره رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ "آقاءِ نامدار ﷺ جن فرمايو تہ "جنهن حسن رضہ ۽ حسين رضہ کي دوست رکيو، بيشڪ انهيءَ مون کي دوست رکيو ۽ جنهن انهن ٻنهي کي دشمن رکيو، ان مون کي دشمن رکيو."

**حديث** 26

ابويعلي، حضرت جابر رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضرت محمد ﷺ جن فرمايو تہ "جيڪو هي پسند ڪري تہ اهل جنت جي جوانن جي سردار ڏانهن نظر ڪري تہ اهو امام حسن رضہ ڏانهن نظر ڪري."

ابن حبان، ابن عساڪر، حضرت جابر بن عبدالله رضہ کان روايت ڪئي آهي تہ حضرت محمد ﷺ جن ساڳيا اهي الفاظ چيا، جيڪي مٿي حسين جي شان ۾ چيائين.....

# باب پنجون

***حضرت علي رضہ، فاطمہرضہ، حسن رضہ ۽ حسين رضہ جو ذڪر ڄمڻ ۽ وفات جي تاريخ، حضرت علي رضہ، حضرت فاطمہ رضہ، حضرت امام حسن رضہ، حضرت امام حسين رضہ بابت عمر جو بيان، قبرن جو هنڌ ۽ اولاد جو بيان***

## حضرت علي ڪرم الله وجهہ جو ذڪر

حضرت علي رضہ جن جي ولادت جمعي جي ڏينهن تاريخ 13 رجب المرجب حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي عمر جي ٽيهين سال ٿي. اهڙيءَ طرح سان پاڻ سڳورن ﷺ جن جڏهن نبوت جو اعلان فرمايو تہ انهيءَ وقت حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي عمر ڏهہ سال هئي ۽ ٻارن ۾ سڀ کان پهريائين ايمان آندائون.

اهڙيءَ طرح سان زرقاني شرح مواهب لدنيہ ۾ چيو آهي تہ حضرت علي رضہ جن جي شهادت هجرت جي چاليهين سال رمضان شريف جي مهيني ۾ ان حالت ۾ واقع ٿي تہ پاڻ شهيد، مقتول ۽ مظلوم هئا. انهيءَ ۾ اختلاف آهي تہ شهادت 17، 19، 21 يا 24 رمضان المبارڪ تي ٿي. انهن چئن تاريخن منجهان 19 تاريخ صحيح سمجهي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري تہ علامہ ابن ڪثير ڪتاب البدايہ والنهايہ ۾ واقدي ڪان نقل ڪيو آهي تہ انهيءَ چيو تہ 19 تاريخ جو قول اسان لاءِ صحيح ثابتي آهي ۽ اهو آخري قول آهي. سندن شهادت جو واقعو تفصيل سان وڏن ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي، مگر مختصر طور تي هتي پيش ڪيو ويو آهي.

سندن عمر معتبر قول مطابق 63 سال هئي. ابن ڪثير البدايہ والنهايہ ۾ لکيو آهي تہ سندن عمر بابت مشهور ۽ صحيح قول مٿيون آهي، مگر ڪجهہ عالمن ان ڪان بہ ڪجهہ مٿي عمر لکي آهي. اسلام ڪان پهريائين ڏهہ سال، ان ڪانپوءِ مڪي شريف ۾ رسول اڪرم ﷺ جن سان ڏهہ سال، تنهن ڪانپوءِ

مديني منوره ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن سان ڏهه سال، سندن خلافت جو وقت صحيح قول مطابق پنجن سالن کان ٽي مهينا گهٽ آهي.

حضرت علي رضه جن جي قبر ڪٿي آهي، ان بابت پنج مختلف قول آهن.

1. سندن قبر مبارڪ دارلخلافه ڪوفي ۾ آهي، جتي سندن آخري زندگي ۽ خلافت جي دور ۾ رهائش هئي.
2. سندن قبر مبارڪ جامع مسجد ڪوفي جي پٺيان آهي.
3. سندن قبر مبارڪ نجف اشرف ۾ آهي، مشهور هي آهي ته حيره ۽ ڪوفي جي وچ تي سندن قبر مبارڪ آهي.
4. ڪوفي ۾ دفن ڪان پوءِ سندن پٽ حضرت امام حسن رضه سندن جسم مبارڪ کي ڪڍي ڪٽي ويو ۽ مديني شريف ۾ جنت البقيع جي اندر دفن ڪيائين. جتي حضرت عباس رضه جي قبر آهي.
5. ڪن جو چوڻ آهي ته سندن پٽ حضرت امام حسن رضه سندن جسم مبارڪ کي ڪوفي منجهان ڪڍيو ۽ مديني شريف ۾ دفن ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو ته رستي ۾ اٺ غائب ٿي ويو ۽ پوءِ معلوم ٿي نه سگهيو ته اُٺ جنازي سان گڏ ڪيڏانهن هليو ويو. ايران وارا چون ٿا ته حضرت علي رضه ابره ۾ آهي.

انهن پنجن ئي قولن مان مشهور قول نجف اشرف وارو آهي، جيڪو ٽئين نمبر تي آهي.

حضرت علي رضه سائين جن جو اولاد 21 پٽ ۽ 23 نياڻيون هيون ۽ پٽن منجهان مشهور 14 آهن. جن جا نالا ڪتابن ۾ ڇاپايل آهن. حضرت علي ڪرم الله وجهه جي پٽن منجهان حضرت امام حسن رضه سيني پٽن کان وڏو هو، پيو حضرت امام حسين رضه ۽ ٽيون محسن رضه جيڪو ننڍپڻ ۾ئي لاڏاڻو ڪري ويو.

اهي ٽيئي پٽ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضه منجهان هئا. علامه زرقاني شرح مواهب لدنيه ۾ لکيو آهي ۽ حضرت امام احمد رضه پنهنجي مسند ۾ صحيح سند سان لکيو آهي ۽ روايت حضرت علي رضه کان ڪئي آهي ته جڏهن حسن رضه پيدا ٿيو ته ان جو نالو حرب رکيو ويو. تنهن ڪانپوءِ حضرت محمد ﷺ جن تشريف فرما ٿيا ۽ فرمايائون: "منهنجي پٽ جو نالو ڇا رکيو ويو آهي؟" مون چيو: "ان جو نالو حرب رکيو ويو آهي." پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: "ان کي حسن چئو." پوءِ جڏهن وري حسين رضه پيدا ٿيو ته ان جو نالو به حرب رکيو ويو. تنهن ڪانپوءِ پاڻ سڳورا ﷺ آيا

تہ پڇا ڪيائون: ”ڇا نالو رکيو ويو آهي؟“ مون چيو: ”حرب نالو رکيو آهي.“ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: ”ان جو نالو مون حسين رضہ رکيو آهي.“ پوءِ جڏهن محسن پيدا ٿيو تہ ان جو نالو بہ مون حرب رکيو، رسول اکرم ﷺ جن آيا ۽ پڇا ڪيائون تہ ”ڇا نالو رکيو ويو آهي.“ مون چيو: ”ان جو نالو بہ مون حرب رکيو آهي.“ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: ”ان جو نالو مون محسن رکيو آهي.“ تنهن ڪان پوءِ فرمايائون: ”مان پنهنجن پٽن جو نالو حسن رضہ، حسين رضہ ۽ محسن رضہ رکيو آهي.“ جهڙي طرح هارون عليہ السلام پنهنجن پٽن جو نالو شبر، شبير ۽ مبشر رکيو هو. زرقانيءَ جي راويت پوري ٿي.

چوٿون پٽ محمد اڪبر جيڪو ابن الحنيفہ جي نالي سان مشهور آهي. هن جي والده خولہ بنت قيد بن صفر آهي، جيڪا بني حنيفہ جي آزاد ٿيل ٻانهي هئي. تنهن ڪري ان جو پُٽ محمد اڪبر ابن حنيفہ جي نالي سان مشهور ٿيو. چيو وڃي ٿو تہ خولہ سنڌي عورت هئي، يعني سنڌ منجهان آئي هئي.

پنجون پٽ عبدالله اصغر هو ۽ ڇهون پٽ ابوبڪر هو. انهن ٻنهي جي والده ليليٰ معون نهشي هئي.

ستون پٽ اڪبر، اٺون، عثمان، نائون جعفر، ڏهون عبدالله اڪبر هو. انهن چئن جي والده ام النهي بنت حرام آهي، جيڪا بني ڪلاب قبيلي منجهان هئي. يارهون محمد اصغر ان جي والده ام ولد هئي ۽ اهي ڇهہ ئي ڀائر يعني ابوبڪر، عباس، عثمان، جعفر، عبدالله اصغر ۽ محمد اصغر، حضرت امام حسين، رضہ سان ڪربلا جي ميدان ۾ گڏ شهيد ٿيا.

ٻارهون پٽ يحيٰ، تيرهون عون انهن ٻنهي جي والده اسماءَ بنت عميس آهي. جيڪا بني تغلب قبيلي منجهان هئي ۽ اهل درن جي ٻين عورتن سان گڏ قيدي بنجي آئي هئي.

پندرهون پٽ محمد اوسط ۽ ان جي والده امامہ بنت ابي العالص هئي ۽ هيءَ امامہ حضرت محمد ﷺ جن جي نياڻي حضرت بي بي زينب رضہ جي نياڻي هئي، جنهن جو بيان اڳتي تفصيل سان ايندو.

سورهون عباس اصغر ۽ باقي پنجن صاحبزادن جونالو معلوم نہ آهي.

حضرت علي ڪرم الله وجه جن جو نسل پنجن پٽن منجهان آهي.

حضرت امام حسن رضہ، حضرت امام حسين رضہ، محمد بن حنيفہ رضہ، عمر اڪبر رضہ ۽ عباس اڪبر رضہ:

## حضرت علي رضہ جن جون نياڻيون

پهريون امِ كلثوم كبريٰ رضہ ۽ زينب كبريٰ رضہ انهن ٻنهي جي والده حضرت بي بي فاطمہ الزهريٰ رضہ آهي ۽ اهي ٻيئي حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ جون سڳيون ڀينر آهن.

حضرت علي كرم الله وجه ام كلثوم كبريٰ رضہ جو نكاح حضرت عمر فاروق رضہ سان انهيءَ وقت كيو، جڏهن هوءَ اڃا ننڍي هئي ۽ بلوغت كان پوءِ انهيءَ منجهان حضرت عمر فاروق رضہ كي زيد نالي هك پٽ ۽ رقيہ نالي هك ڌيءَ ڄائي. مگر انهيءَ منجهان كوبہ اولاد سلامت نہ رهيو. حضرت امِ كلثوم رضہ حضرت عمر فاروق رضہ جي شهادت تائين، انهيءَ سان گڏ رهي ۽ انهيءَ كان پوءِ سندس پٽ زيد ۽ امِ كلثوم رضہ جي والده جي وفات هك ڏينهن واقع ٿي. علامہ زرقاني شرح 'مواهب لدنيہ' ۾ اهڙيءَ طرح بيان فرمايو آهي.

باقي حضرت زينب كبريٰ رضہ سان عبدالله بن جعفر رضہ جو نكاح ٿيو ۽ انهيءَ منجهان چار پٽ ۽ هك ڌيءَ پيدا ٿي. پٽن جا نالا هي آهن:

1. علي، 2. عباس، 3. عون، 4. محمد ۽ ڌيءُ جو نالو امِ كلثوم آهي.

حضرت زينب رضہ جو كافي اولاد باقي رهيو آهي. انهيءَ لاءِ شرف ۽ فضيلت آهي. مگر انهن جي فضيلت ۽ شرف حضرت امام حسن رضہ ۽ حضرت امام حسين رضہ جي اولاد جي برابر نہ آهي. حضرت زينب رضہ كربلا جي واقعي ۾ حضرت امام حسين رضہ سان گڏ هئي.

ٽين ڀيڻ رقيہ رضہ عمر اكبر رضہ جي سڳي ڀيڻ آهي، چوٿين ام الحسن، پنجين امِ الكبريٰ، ڇهين نياڻي ام هاني، ستين ميمونا، اٺين ام الصغريٰ، نائين زينب صغريٰ، ڏهين كلثوم صغريٰ، يارهين فاطمہ، ٻارهين نياڻي امامہ، تيرهين خديجہ، چوڏهين ام الكرام، پندرهين ام الخير، سورهين ام سلمہ، سترهين ام جعفر، ارڙهين جمانہ، اڻويهين نعتيہ، ويهين نقعيہ، ايكويهين جارث، ٻاويهين فاختہ ۽ ٽيويهين امتہ الله.

اهي انهن جا نالا آهن، جيكي علامہ محب طبري 'رياض نضره' ۾ ۽ علامہ عامري 'رياض مستطاب' ۾ ۽ حافظ ابن كثير 'البدايہ و النهايہ' ۾ ۽ ٻين عالمن بہ بيان كيا آهن.

مٿين تحقيقات منجهان واضح ٿئي ٿو ته حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ منجهان حضرت علي كرم الله وجهہ جن كي پنج ٻار هئا، جن منجهان ٽي پٽ امام حسن، رضہ امام حسين رضہ ۽ محسن رضہ ۽ ٻه نياڻيون ام كلثوم رضہ ۽ زينب كبريٰ رضہ هيون.

صاحب سيرت شاميہ ليث بن سعد كان، جيكو پنهنجي وقت جي محدثن جو امام هو، نقل كيو آهي ته حضرت علي رضہ كي حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ منجهان هڪ ٽين نياڻي به هئي، جنهن جو نالو رقيہ هو.

مگر علامہ نسابہ محمد بن حسين مكي شريف حسني پنهنجي رسالہ 'تحفة الطالب' ۾ ۽ خواجہ محمد پارسا 'فضل الخطاب' ۾ چيو آهي ته 'رقيہ' ۽ 'ام كلثوم' جن جو حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي نياڻين ۾ شمار آهي، اها هڪ ئي آهي، يعني هڪ ئي شخصيت آهي جنهن جو نالو 'رقيہ' ۽ 'ام كلثوم' آهي يعني 'رقيہ' جي كنيت 'ام كلثوم' آهي.

## حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جو احوال

حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي پيدائش پاڻ سڳورن ﷺ جن جي عمر جي پنجتيهين سال ۾ ٿي. اهو حضرت محمد ﷺ جن جي بعثت کان پنج سال اڳ جو وقت هو. علامہ عامري رياض مستطاب ڪتاب ۾ چيو آهي تہ اِهو قول صحيح آهي. بس انهيءَ قول مطابق حضرت علي رضہ جن جي عمر حضرت بي بي فاطمہ رضہ جن جي عمر کان پنج سال وڏي هئي ۽ حضرت فاطمہ رضہ وري حضرت بي بي عائشہ رضہ کان عمر ۾ وڏي هئي، ڇاڪاڻ تہ حضرت عائشہ صديقہ رضہ جي ولادت بعثت جي چوٿين سال ٿي. اهڙي طرح زرقانيءَ جي شرح 'مواهب لدنيہ' ۾ بہ ائين ئي ڄاڻايل آهي.

حضرت بي بي فاطمہ رضہ جي وفات، حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي وفات کان پوءِ ڇهہ مهينا پوءِ ٿي ۽ اها وفات اڱاري جي رات رمضان شريف جي مهيني ۾ ٽين تاريخ هجرت جي يارهين سال ۾ ٿي. اهڙيءَ طرح حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي عمر 28 سال ۽ 7 مهينا ٿئي ٿي ۽ مواهب لدنيہ ۾ ڄاڻايل آهي تہ سندس عمر 29 سال هئي.

اهي مٿيان ٻيئي قول هڪٻئي جي ويجهو آهن، حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي سيني نيائين منجهان ننڍي هئي.

حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي قبر بابت اختلاف آهي ان ۾ ٽي قول آهن.

1. سندن قبر مبارڪ 'جنت البقيع' ۾، حضرت عباس رضہ جي مقبري ۾ آهي.
2. حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي قبر 'جنت البقيع' ۾ آهي ۽ ان جاءِ تي آهي، جنهن کي مسجد حضرت فاطمة رضہ چيو ويجي ٿو ۽ ان جو نالو 'بيت الاحزان' يعني غمن جو گهر آهي.
3. حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي قبر مبارڪ سندس گهر ۾ آهي ۽ اهو گهر حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي حجري شريف ۾ داخل ڪيو ويو آهي ۽ اهو ڪاٺ جي ٺهرايل محراب جي اندر آهي ۽ اهو محراب حجري شريف جي پٺيئي طرف آهي، يعني: سائي دروازي ڏانهن. علامہ طرابلسي ۽ ابن ماجہ پنهنجي مناڪب ۾ چيو آهي تہ اهو ٽيون قول سڀني قولن ۾ پڌرو آهي.....

## حضرت حسن بن علي رضہ جو احوال

حضرت امام حسن رضہ جن جي ولادت هجرت جي ٽين سال رمضان شريف جي پندرهين تاريخ ۾ ٿي. پاڻ مظلوميت جي حالت ۾ شهادت جو جام پيتائون ۽ اها شهادت ان زهر سان ٿي، جيڪو يزيد بن معاويہ امام حسن رضہ جي زال ڏانهن موڪليو هو. جنهن جو نالو جعده بنت اشعث بن قيس هو. يزيد امام حسن رضہ کي زهر ڏيڻ عيوض هڪ لک درهم بہ ڏنا هئا ۽ جعده سان اهو بہ طئي ٿيو هو تہ جيڪڏهن هوءَ امام حسن رضہ کي زهر ڏيندي ۽ حضرت امام حسن رضہ جو لاڏاڻو ٿيندو تہ پوءِ يزيد ان سان شادي ڪندو.

جعده اهو زهر امام حسن رضہ کي ڏنو ۽ حضرت امام حسن رضہ چاليهن ڏينهن تائين بيمار رهيو ۽ ان کان پوءِ شهادت جو جام پيتائون.

ان جي شهادت کان پوءِ جعده يزيد ڏانهن شادي جو پيغام موڪليو، ليڪن يزيد کيس جواب موڪليو تہ "مان توسان هرگز شادي نہ ڪندس، جڏهن تون امام حسن رضہ سان وفاداري نہ ڪئي، تہ پوءِ مون سان ڪهڙي وفاداري ڪندينءَ. "حضرت امام حسن رضہ جن جي وفات جمعي جي رات، پنجين تاريخ، ربيع الاول مهيني ۾ ٿي، اهو ئي قول صحيح آهي.

هڪ روايت ۾ آهي تہ وفات محرم ۾ ٿي ۽ ٽين روايت آهي تہ صفر مهيني جي 29 تاريخ وفات ٿي. اهڙي طرح سان وفات جي سال ۾ بہ اختلاف آهي تہ اهو هجري سال 59 هو، يا 50 يا 51 سال هو. علامہ ابن ڪثير ڪتاب 'البدايہ والنهايہ' ۾ چيو آهي تہ وفات جو سال 49 مشهور آهي.

هڪ مشهور قول مطابق سندن عمر 45 سال 5 مهينا ۽ 20 ڏينهن هئي. سندن خلافت 6 مهينا ۽ 12 ڏينهن رهي. ان کانپوءِ خلافت تان دستبردار ٿيا ۽ امير معاويہ رضہ سان صلح ڪيائون.

سندن وفات مديني پاڪ ۾ ٿي ۽ قبر مبارڪ 'جنت البقيع' ۾ آهي. سندن قريب حضرت عباس رضہ، حضرت زين العابدين رضہ ۽ ان جي پرسان محمد باقر رضہ ۽ امام جعفر صادق رضہ جن دفن ٿيل آهن.

حضرت امام حسن رضہ کي 23 پٽ ۽ اٺ نياڻيون هيون. سندن ٽي پٽ محمد اصغر، جعفر ۽ حمزو ننڍپڻ ۾ ئي وفات ڪري ويا هئا. چوٿون محمد،

جنهن جي ڪري سندن ڪنيت ابي محمد هئي. پنجون زيد، ڇهون حسن اڪبر يا مثنيٰ، ستون اسماعيل، اٺون يعقوب، نائون ابوبڪر، ڏهون عبدالله اڪبر، يارهون حسين اصغر، ٻارهون عبدالرحمان، تيرهون عمر عين، چوڏهون طلحہ، پندرهون عبدالرحمان اصغر، سورهون علي اڪبر، سترهون علي اصغر، ارڙهون عقيل، اوڻويهون، احمد، ويهون، عبدالله اصغر، ايڪيهون عَمْرُ، ٻاويهون قاسم، ٽيويهون ابراهيم رضہ آهن.

امام حسن جو نسل ٻن صاحزادن زيد ۽ حسن مثنيٰ منجهان آهي.....

# باب ڇهون

*حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ کانسواءِ باقي اولاد بابت بيان هن طرح آهي.*

## حضور اکرم ﷺ جن جو پٽاٽون اولاد

اهو ڄاڻڻ گهرجي تہ نبي ڪريم ﷺ جن کي ٻہ صاحبزادا هئا، جن بابت سيني عالمن جو اتفاق آهي. هڪ صاحبزادي جونالو حضرت قاسم رضہ ۽ ٻئي جو نالو حضرت ابراهيم رضہ هو. انهن ٻنهي پٽن ڪانسواءِ ٻين پٽن متعلق پنج ڳالهيون آهن.

هڪ ڳالهہ هيءَ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن کي ٽي پُٽ هئا، ٽين جو نالو حضرت عبدالله رضہ هو. جنهن جي ولادت حضرت قاسم رضہ ۽ حضرت ابراهيم رضہ جي وچ ۾ ٿي هئي. انهن ٽنهي پٽن جا نالا عبدالله، طيب ۽ طاهر هئا. ٽن پٽن واري ڳالهہ صحيح سمجهي وڃي ٿي، جيئن تہ 'مواهب لدنيہ' ۾ لکيل آهي ۽ علام ابن عبدالبر بہ انهيءَ ڳالهہ کي صحيح چيو آهي ۽ حافظ دار قطني چيو آهي تہ اها ڳالهہ ثبوت واري آهي. ڪجھہ عالم چون ٿا تہ رسول پاڪ ﷺ جن کي چار پٽ هئا ۽ ڪجهہ چون ٿا تہ پنج پٽ هئا ۽ ڪي ستن ۽ ڪي اٺن پٽن جا قائل آهن ۽ اهي آخري چار ئي ڳالهيون ضعيف آهن. صحيح ڳالهہ هيءَ آهي تہ رسول پاڪ ﷺ جن کي ٽي پٽ هئا. ان لاءِ تہ مون بہ هن ڪتاب ۾ صحيح ان ڳالهہ کي چيو آهي ۽ صحيح جي مقابلي ۾ ضعيف ڳالهيون معتبر نہ آهي.

# رسول اڪرم ﷺ جن جي پٽن بابت

## حضرت قاسم رضي الله عنه

هي پاڻ سڳورن ﷺ جن جو سڀ کان وڏو پٽ هو. ان ۾ ڪنهن جو اختلاف نه آهي، جهڙيءَ طرح بي بي زينب رضہ سيني نياڻين ۾ وڏي هئي، ليڪن قاسم رضہ ۽ بي بي زينب رضہ ۾ اختلاف آهن ته پهريائين ڪنهن جي ولادت ٿي. صحيح روايت هيءَ آهي ته سڀ کان پهريائين قاسم رضہ جي ولادت ٿي ۽ پوءِ حضرت زينب رضہ جي ولادت ٿي.

علامہ زرقاني شرح مواهب ۾ چيو آهي ته اهو قول صحيح آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جن جي ڪنيت ابوالقاسم سندن وڏي صاحبزادي حضرت قاسم رضہ جي ڪري ٿي ۽ حضرت قاسم رضہ جي ولادت مڪي پاڪ ۾ ٿي. پيغمبر خدا ﷺ جن جي اولاد مان سڀ کان اول جنهن وفات ڪئي، اهو حضرت قاسم رضہ هو ۽ اها وفات ننڍپڻ ۾ ٿي. ڪجهہ عالمن جو ان ڳالهہ ۾ اختلاف آهي ته حضرت قاسم رضہ گھوڙي ۽ اٺ تي چڙهڻ جيترو ٿيو هو. ڪجهہ علماءَ ان کان گهٽ ۽ وري ڪجهہ ان کان بہ وڌيڪ عمر ٻڌائن ٿا. ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته وفات نبوت جي اعلان کان اڳ ٿي هئي ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته پوءِ ٿي هئي. جيئن ته مواهب لدنيہ ۾ آهي ته حضرت قاسم جي قبر مبارڪ مڪي پاڪ ۾ آهي ۽ اها ڳالهہ غلط آهي ته حضرت قاسم رضہ جي قبر مبارڪ 'طائف' ۾ آهي.

## حضرت عبدالله رضي الله عنه

مٿي بيان ٿي چڪو آهي ته ان جا ٻي نالا هئا ۽ ان جي ولادت ۽ وفات مڪي پاڪ ۾ ٿي، مگر ان ۾ اختلاف آهي ته حضرت عبدالله رضہ جي وفات نبوت جي اعلان کان اڳ ۾ ٿي هئي يا پوءِ ٿي هئي ۽ اهو اختلاف حضرت قاسم رضہ لاءِ بہ آهي.

حضرت عبدالله رضہ جي وفات بغير اختلاف جي ٻاراڻي زماني ۾ ٿي، ليڪن ان جي صحيح عمر جي خبر نه آهي، ان لاءِ ته انهيءَ دؤر ۾ تواريخ لکڻ جو رواج گهٽ هو ۽ ان جي وفات بہ مڪي پاڪ ۾ ٿي. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ انهيءَ کي دفن فرمايو ۽ دفنائڻ کان واپس موٽيا ته انهيءَ وقت پاڻ سڳورن ﷺ

جن کي ڪوبہ ٻيو پٽ نہ هو. تڏهن عامر بن وائل، جيڪو بني سهم قريش قبيلي منجهان هو، اهو مڪي جي ٻين سردار ڪافرن ڪي چوڻ لڳو تہ "اڄ محمد ﷺ ابتر ٿي ويو، يعني جو ان جو نسل ختم ٿي ويو." انهيءَ تي الله تعاليٰ سورة الڪوثر ڪي نازل ڪيو ۽ ان ۾ چيائين: "اِنَ شانئکَ هُوالاَبتر." يعني اي محمد ﷺ! بيشڪ تنهنجو دشمن ابتر آهي." يعني تنهنجو دشمن جيڪو عامر بن وائل آهي، اهو ئي بي نسل آهي. انهيءَ لاءِ تہ نسل جي بقاءَ جو مقصد بقا ۽ ثنا ۽ حسن آهي ۽ اسان تنهنجي ذڪر ۽ ثناءَ ڪي قيامت تائين قائم رکيو آهي ۽ عامر فنا ٿي ويندو ۽ ان ڪي ڪوئي نہ ڄاڻندو ۽ نہ سڃاڻندو، جيڪڏهن انهيءَ ڪي ڪوبہ بيان ڪندو تہ ڪفر ۽ شرڪ جي وصفتن سان بيان ڪندو.

اهو جيڪي ڪجهہ مٿي ذڪر ڪيو ويو، حضرت بي بي خديجة الڪبريٰ رضہ جي اولاد جو ذڪر ڪيو ويو.

## حضرت ابراهيم رضي الله عنه

پيدائش جي لحاظ کان حضرت ابراهيم رضي الله عنه پاڻ ڪريم ﷺ جن جي آخري اولاد منجهان هئا ۽ بي بي ماريہ قبطيہ رضہ بنت شمعون رضہ منجهان هئا.

حضرت ابراهيم رضي الله عنه جن جي ولادت ذوالحج مهيني جي ڇهين هجريءَ ۾ ٿي. هن جو ڄمڻ عاليہ ۾ ٿيو، جيڪو مديني منور کان ٻاهر آهي، مگر ان جي ويجهو هڪ جڳهہ آهي جتي بني نصير جي ڪجين جا باغات آهن ۽ اهي باغات پيغمبر خدا ﷺ جن جي ملڪيت، بي بي ماريہ رضہ ڪي مليا هئا ۽ هي هنڌ اڄڪلهہ مسريہ ماريہ جي نالي سان مشهور آهي ۽ مسريہ بالا خانہ ڪي چيو ويندو آهي. (جڏهن مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رح 1136 هجري ۾ مديني منوره جي زيارت جو شرف حاصل ڪيو تہ هن ڪي ان جڳهہ جي زيارت نصيب ٿي.)

حضرت ابراهيم رضي الله عنه جي دائي سلميٰ هئي، جيڪا حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي باقي اولاد جي بہ دائي هئي. جڏهن سلميٰ جي مڙس ابو رافع پاڻ سڳورن ﷺ جن ڪي حضرت ابراهيم رضہ جي ڄمڻ جي خبر ٻڌائي، تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن انهيءَ خبر ٻڌڻ تي ابو رافع ڪي هڪ

غلام بخشي ڇڏيو ۽ حضرت ابراهيم رضہ جي ڄمڻ کان ستين ڏينهن ان جو عقيقو ڪيو ۽ انهيءَ عقيقي ۾ ٻن دنبن کي ذبح ڪرڻ فرمايو ۽ جهنڊ لاهڻ وارو ابو مهند رضہ مشهور اصحابي آهي ۽ انهيءَ (جهنڊ) جي وزن برابر چاندي صدقو ڪيائون ۽ وارن کي زمين ۾ دفن ڪرايائون ۽ اهو اصحابي بني بياض قبيلي جو انصاري هو.

پاڻ سڳورن ﷺ جن پنهنجي صاحبزادي جو نالو ستين ڏينهن ابراهيم رضہ رکيو. ڪن جو چوڻ آهي تہ پهرين ئي ڏينهن نالو رکيائين ۽ عقيقي ڪرڻ کانپوءِ حضرت محمد ﷺ جن ابراهيم رضہ کي کير پيئارڻ لاءِ ام سيف جي حوالي ڪيو ۽ اها ام سيف اصحابڻ هئي، ۽ ابو سيف اصحابي جي زال هئي. ابو سيف رضہ لوهارڪو ڌنڌو ڪندو هو. ام سيف، ابراهيم رضہ کي کير پيارينديء هئي ۽ ابو سيف رضہ ان جي خدمت ۾ سنڀال ڪندو هو ۽ سرور ڪائنات ﷺ جن انهيءَ جي گهر ايندا هئا ۽ ابراهيم رضہ کي کڻندا هئا ۽ هنج ۾ ويهاريندا هئا ۽ ان کي چميون ڏيندا هئا. حضرت ابراهيم رضہ جن وفات تائين ام سيف رضہ جي گهر ۾ رهيا. حضرت ابراهيم رضہ جن جي وفات اڳاري جي ڏينهن، ڏهين تاريخ، ربيع الاول مهيني ۾ ٿي ۽ اهو هجرت جو ڏهون سال هو. ڪجهہ عالمن جو چوڻ آهي تہ رمضان مهيني ۾، ڏهين سال هجري ۾ وفات ڪيائون. پهرين روايت مطابق سندن عمر چوڏهن مهينا ۽ ڪجهہ ڏينهن آهي ۽ ٻيءَ روايت مطابق سندن عمر ويهہ ميهنا ۽ ڪجهہ ڏينهن ٿئي ٿي. ڪجهہ روايتن ۾ عمر گهٽ ۽ وڌ آيل آهي. جڏهن حضرت ابراهيم رضہ وفات جي ويجهو هو تہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن ام سيف جي گهر آيا ۽ ابراهيم رضہ کي هنج ۾ کنيائون ۽ ابراهيم رضہ سندن هنج ۾ ئي وفات ڪئي. جڏهن انهيءَ وفات ڪئي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن جون اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي ويون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: ”اي ابراهيم رضہ بيشڪ مان تنهنجي جدائي ۾ غمگين آهيان.“ اهو ڏسي حضرت عبدالرحمان بن عوف رضہ چيو: ”يا رسول الله ﷺ توهان بہ رُئو ٿا، جڏهن تہ توهان روئڻ کان منع فرمائي آهي.“ اهو ٻڌي پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ ”مان اکين کان ڳوڙهن وهائڻ جي منع نہ ڪئي آهي، هي تہ رحمت جو اثر آهي، مگر مان ٻنڪي ڪرڻ يعني هٿن کي منهن تي هڻڻ ۽ پهراڻ ۽ ڪپڙن ڦاڙڻ کان منع

ڪئي آهي."

انهيءَ ڪان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن حضرت ابراهيم رضہ جن جي غسل، ڪفن دفن جو حڪم فرمايو ۽ ابوبرداءُ رضہ، جيڪو قبيلہ انصار منجهان ۽ براءَ بن عازب رضہ جو مامو هو، غسل ڏنو ۽ ابو برداءَ جو نالو هاني مشهور آهي. انهيءَ جي غسل ۾ ابو برداءَ سان گڏ فضل بن عباس رضہ پاڻ سڳورن ﷺ جو سوٽ بہ شامل هو ۽ حضرت محمد ﷺ اصحابن سڳورن سان گڏ نماز پڙهائي، جنهن ۾ چار تڪبيرون فرمايائون. جهڙي طرح ابويعلي ۽ ابن سعد حضرت انس رضہ ڪان روايت ڪئي آهي ۽ انهيءَ جو جنازو مديني جي مشهور جڳهہ جنت البقيع ۾ دفن ڪيو ويو ۽ سندن جنازو نَنڍيءَ کٽ تي کنيو ويو ۽ اها کٽ ڪير پيارڻ واري ماءُ ام سيف جي هئي ۽ ان جي دفن لاءِ فضل رضہ ۽ اسامہ بن زيد رضہ ٻئي قبر ۾ داخل ٿيا. پاڻ سڳورا ﷺ قبر مبارڪ جي ڪناري تي ويٺا هئا ۽ دفن ڪرڻ ڪان پوءِ اصحابن سڳورن کي حڪم فرمايائون: "پاڻيءَ جي مشڪ قبر تي ڇٽڪار ڪريو" ۽ اها پهرين قبر هئي، جنهن تي پاڻي ڇٽڪار ڪيو ويو ۽ انهيءَ ڪري فقيهن پاڻي ڇٽڪائڻ لاءِ لکيو آهي. حضرت ابراهيم رضہ جي قبر سان گڏ ڇهہ ٻيون قبرون بہ آهن، جيڪي اصحاب رسول ﷺ آهن.

هڪ قبر حضرت عبدالرحمان بن عوف رضہ جي، ٻي قبر سعد بن ابي وقاص رضہ جي آهي، ٻئي عشره مبشره ۾ شامل آهن. ٽين قبر حضرت عبدالله بن مسعود رضہ جي، جيڪو وڏو اصحابي ۽ فقه جو ڄاڻو هو، چوٿين قبر عثمان بن مظعون رضہ جي، جيڪو حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جو ٽيج شريڪ ڀاءُ هو. پنجين قبر خفيس بن حذا سهمي جي، جيڪو قريش بن سهم منجهان هو ۽ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي نڪاح ڪان اڳ ۾ حضرت حفصہ بنت عمر رضہ جو مڙس هو.

هي جنگ بدر ۾ شريڪ ٿيو هو ۽ زخمي ٿيو هو ۽ شهادت حاصل ڪيائين. انهيءَ جي وفات ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ حضرت حفصہ رضہ سان نڪاح ڪيو.

ڇهين قبر اسعد بن زراره رضہ جي آهي. هي اصحابي سڳورو انصارن منجهان هو. هڪ روايت آهي تہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي والده فاطمة

بنت اسد جي قبر بہ انهيءَ جي پرسان آهي.

## حضرت ابراهيم رضہ جون فضيلتون

سندن فضيلت جي متعلق هي روايت ڪافي آهي، جنهن کي ابن ماجہ، بيهقي ۽ ٻين محدثن عبدالله بن عباس رضہ ڪان ۽ ابن عساڪر جابر بن عبدالله رضہ ڪان ۽ اسماعيل سعدي، حضرت انس رضہ ڪان روايت ڪئي آهي. انهن سڀني چيو تہ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن فرمايو: "جيڪڏهن ابراهيم رضہ مون ڪان پوءِ زنده هجي ها تہ نبي ٿئي ها، مگر مون ڪانپوءِ ڪو بہ نبي نہ ٿيندو."

اهڙي حديث وانگر امام احمد رضہ پنهنجي ڪتاب مسند ۾ روايت ڪئي آهي تہ عبدالله بن اوفيٰ ڪان روايت موقوف طريقي سان گڏ، مگر اها موقوف مرفوع جي حڪم ۾ آهي، ڇاڪاڻ تہ امر غيب جي خبر آهي.

علامہ زرقاني شرح مواهب ۾ چيو آهي تہ اها حديث صحيح آهي ۽ وارد ٿي آهي ۽ امام نحووي انهيءَ حديث کي مثبت طور پيش ڪيو آهي.

## رسول پاڪ ﷺ جن جون نياڻيون

رسول پاڪ ﷺ جن کي چار نياڻيون هيون، جنهن تي ڪنهن به علماءَ کي اختلاف نه آهي.

1. بي بي زينب رضہ، جيڪا سيني کان وڏي هئي. 2. بي بي رقيہ رضہ، 3. ام ڪلثوم رضہ، 4. فاطمة الزهريٰ رضہ.

بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ سيني نياڻين منجهان ننڍي نياڻي هئي ۽ سيئي اولاد حضرت بي بي خديجة الڪبريٰ رضہ منجهان هو، مگر حضرت ابراهيم رضہ بي بي ماريہ رضہ منجهان هئا. انهيءَ جي ولادت مڪي يا مديني پاڪ ۾ ٿي، باقي سڀ ٻار مڪي معظم ۾ ڄاوا. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن کي حضرت بي بي خديجة الڪبريٰ رضہ مان اولاد جي پيدائش متعلق چار روايتون يا ان کان به وڌيڪ آهن.

صاحب 'سيرت شاميہ' زبير بن بڪار کان، جيڪو علم انسان جو علامہ آهي، نقل ڪيو آهي تہ پهريائين قاسم رضہ پيدا ٿيو هو، پوءِ زينب رضہ، ان کانپوءِ عبدالله رضہ جنهن کي طيب ۽ طاهر بہ چوندا آهن. ان کان پوءِ ام ڪلثوم رضہ ۽ پوءِ بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ ۽ ان کان پوءِ رقيہ رضہ پيدا ٿي. 'سيرت شاميہ' جي تحقيق اتي پوري ٿي.

زرقاني شرح 'مواهب لدنيہ' ۾ ابن ڪلبي کان نقل ڪيو آهي تہ سڀ کان پهريائين بي بي زينب رضہ جي ولادت ٿي، پوءِ قاسم رضہ، پوءِ ام ڪلثوم رضہ ۽ ان کانپوءِ فاطمة الزهريٰ رضہ ۽ ان کانپوءِ رقيہ رضہ ۽ پوءِ عبدالله رضہ. شرح 'مواهب لدنيہ' جي تحقيق اتي ختم ٿي. انهن ٻنهي روايتن مطابق پاڻ سڳورن ﷺ جن جي نياڻين منجهان سڀ کان ننڍي نياڻي حضرت رقيہ رضہ هئي.

'سيرت حلبيہ' ۾ وري آهي تہ بي بي رقيہ رضہ جي ولادت ام ڪلثوم رضہ کان اڳ ٿي هئي.

علامہ زرقاني شرح 'مواهب لدنيہ' ۽ ابوعمر بن عبدالبر کان روايت ڪئي آهي تہ صحيح ڳالهہ هي آهي تہ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ پاڻ سڳورن ﷺ جي سڀ کان ننڍي نياڻي هئي. انهيءَ روايت مطابق حضرت رقيہ رضہ جي پيدائش حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ کان اڳ ٿي هئي.

عالمن جو چوڻ آهي ته حضرت بي بي خديجة الكبريٰ رضه جي هر هڪ پٽ جي وچ ۾ هڪ سال جي وٿي هئي ۽ سڀني اولاد ۾ حضرت بي بي خديجة الكبريٰ رضه جي دائي سلميٰ هئي ۽ اها حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي آزاد ڪيل هئي ۽ سلميٰ جي ڪنيت ام رافع هئي ۽ اها سلمه ابو رافع، حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي آزاد ڪيل غلام جي زال هئي.

حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن پنهنجي اولاد منجهان هر هڪ لاءِ عقيقو ڪرڻ فرمايو ۽ هر هڪ پٽ لاءِ ٻه دنبا ذبح ڪرڻ فرمايا. باقي انهيءَ ۾ اختلاف آهن ته حضرت ابراهيم رضه ڪانسواءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي باقي اولاد جي ولادت نبوت جي اعلان کان اڳ يا پوءِ تي هئي. علامه محمد اسحاق چيو آهي ته حضرت ابراهيم رضه ڪانسواءِ باقي سڀ اولاد جي ولادت نبوت جي اعلان کان اڳ تي هئي، اهڙيءَ طرح صاحبزاديون نبوت جي اعلان جي زماني تائين رهيون ۽ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن تي سڀني ايمان آندو ۽ مديني پاڪ ڏانهن هجرت ڪيائون. زبير بن بڪار جو چوڻ آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن جي سموري اولاد جي ولادت نبوت جي اعلان کان بعد تي هئي، ليڪن پهرين روايت صحيح آهي.

## پاڻ سڳورن ﷺ جي نياڻين جو بيان

حضرت بي بي زينب رضه، پاڻ سڳورن ﷺ جن جي سيني نياڻين منجهان سڀ کان وڏي نياڻي هئي. انهيءَ جي ولادت حضور ﷺ جن جي عمر مبارڪ جي ٽيهين سال نبوت کان ڏهه سال اڳ ٿي هئي. ابن اسحاق جو چوڻ آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن جو سمورو اولاد نبوت کان پهريائين پيدا ٿيو هو. زبير بن بڪار جو قول ان جي خلاف آهي. جيئن مٿي بيان ٿي چڪو آهي. حضرت زينب رضه اسلام قبول ڪيو هو. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن ان جو نڪاح حضرت بي بي خديجة الڪبريٰ رضه جي ڀاڻيجي سان ڪيو هو. جنهن جي ڪنيت ابوالعاص مشهور آهي ۽ ان جو نالو لقيط بن ربيع بن عبدالعزيٰ بن عبدالشمس بن عبدمناف آهي ۽ ابو العاص قريشي عبشي هو ۽ بي بي زينب رضه ۽ ابوالعاص پاڻ ۾ ماسات ڀه هئا. حضرت زينب رضه، ابوالعاص مڪي ۾ ڪافي وقت گڏ رهيا. جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جن مديني شريف ڏانهن هجرت ڪئي پاڻ سڳورن ﷺ جن جي عمر شريف 53 سال هئي. اهو صفر مهيني جي آخري هفتي يا ربيع الاول جي پهرين هفتي جو واقعو آهي. حضرت بي بي زينب رضه ڀه مديني پاڪ ڏانهن هجرت جو ارادو ڪرڻ فرمايو، ليڪن هجرت جي ٻئي سال رمضان شريف ۾ بدر جي جنگ جو واقعو ٿيو. ابو العاص مڪي جي ٻين ڪافرن سان گڏ آيو. الله تعاليٰ انهيءَ جنگ ۾ مسلمانن کي فتح ڏني ۽ ابوالعاص مسلمانن جي هٿان گرفتار ٿيو ۽ حضرت محمد مصطفيٰ جن انهيءَ تي احسان فرمائي فديي وٺڻ کانسواءِ کيس آزاد ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ کان وعدو ورتائون ته زينب رضه کي مديني شريف ڏانهن هجرت ڪرڻ جي موڪل ڏيندو. ابوالعاص انهيءَ کي قبول ڪيو. جڏهن ابوالعاص مڪي پهتو ته حضور اڪرم ﷺ جن زيد بن حارث کي جيڪو سندن آزاد ڪيل غلام هو ۽ ان سان گڏ هڪ ٻئي اصحابيءَ کي موڪليو ۽ اهي ٻئي مڪي ۾ آيا. ابوالعاص حضرت زينب رضه کي مڪي کان مديني ڏانهن هجرت ڪرڻ جي موڪل ڏني، اهي ٻيئي اصحابي حضرت زينب رضه کي، مڪي پاڪ کان مديني منوره ڏانهن وٺي آيا. حضرت زينب رضه انهيءَ سفر ۾ اٺ تي سوار هئي ۽ مديني منور ۾ هڪ مهيني جي عرصي ۾ پهتي. انهيءَ کان پوءِ ابوالعاص ڪجهه عرصو مڪي شريف ۾ رهيو ۽ انهيءَ کان پوءِ مديني پاڪ ڏانهن هجرت ڪيائين ۽ هجرت جي ڇهين سال يا ستين سال اسلام قبول ڪيائين. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن انهن جو ٻيهر نڪاح

ڪرائي ڪين واپس ڪيو.

حضرت زينب رضہ کي ابوالعاص رضہ منجهان هڪ پٽ ۽ هڪ نياڻي پيدا ٿي. پٽ جو نالو علي رضہ رکيو ويو، جيڪو سفر جي حالت ۾ فوت ٿي ويو ۽ هي بالغ ٿيڻ جي ويجهو هو. انهيءَ ڪري تہ شرح مواهب ۾ چيل آهي تہ علي رضہ اصحابي هو ۽ اصحابي جو پٽ هو. اهو انهيءَ لاءِ تہ جيڪر ڪو شخص نبي ڪريم ﷺ سان صحبت وقت بالغ ٿيڻ جي ويجهو هجي، انهيءَ تي يقيناً صحابيت جو حڪم ڪيو ويندو ۽ علي رضہ انهيءَ وقت پاڻ سڳورن ﷺ جن جو ساٿي هيو، جنهن وقت پاڻ سڳوران ﷺ جن فتح مڪي جي ڏينهن مڪي معظم ۾ داخل ٿيا هئا ۽ انهيءَ کان پوءِ علي رضہ وفات ڪئي ۽ انهيءَ جي وفات سندس والده زينب رضہ جي وفات کانپوءِ ٿي ۽ ان وقت ابوالعاص رضہ زنده هيو.

حضرت بي بي زينب رضہ جي صاحبزادي امامہ هئي، انهيءَ کي پيغمبر پاڪ ﷺ جن گهڻو پيائيندا هئا.

حضرت امامہ رضہ پنهنجي ماسي حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ جي وفات کان پوءِ حضرت علي رضہ سائين سان نڪاح ڪيو ۽ حضرت فاطمة الزهريٰ رضہ انهيءَ نڪاح جي ڪيس وصيت ڪئي هئي، ليڪن امامہ رضہ کي حضرت علي رضہ منجهان ڪوبہ ٻنائو اولاد نہ ڄائو. انهيءَ ڪري حضرت بي بي زينب رضہ کي پيغمبر پاڪ ﷺ جن منجهان ڪوئي بہ اولاد نہ آهي.
حضرت زينب رضہ جي وفات هجرت جي اٺين سال جي شروعات ۾ مديني شريف ۾ ٿي ۽ انهيءَ کي ام عطيہ رضہ غسل ڏنو ۽ اها ام عطيہ رضہ مديني منور ۾ غسل ڏيڻ واري هئي. ان جي غسل ۾ ام يمن، ام سلمہ ۽ سوره بنت زمعتہ رضہ بہ شامل هيون ۽ جنازي نماز پيغمبر خدا ﷺ جن پڙهائي ۽ قبر ۾ دفنائڻ لاءِ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن ۽ حضرت زينب رضہ جو مڙس ابوالعاص رضہ داخل ٿيو ۽ انهيءَ جي قبر جنت البقيع ۾ آهي ۽ انهيءَ قبر جي ويجهو حضرت بي بي عائشہ رضہ ۽ حضرت عقيل رضہ جي قبر مبارڪ آهي ۽ ام ڪلثوم رضہ، بي بي رقيہ رضہ بہ ساڻس لڳ رکيل آهن.

حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ جو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي، انهيءَ ڪري هتي نہ ڏنو ويو آهي.

## حضرت رقيه رضہ جو احوال

حضرت رقيه رضہ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي عمر جي ٽيٽيهين سال ۾ حضرت زينب رضہ کان ٽي سال پوءِ پيدا ٿي. حضرت محمد ﷺ جن اُنهيءَ جو نڪاح حضرت عثمان رضہ سان مکي شريف ۾، هجرت کان اڳ ۾ ڪيو.

حضرت عثمان رضہ حضرت رقيه رضہ سان گڏ ٻه ڀيرا هجرت ڪئي. هڪ ڀيرو مکي شريف کان حبش ڏانهن ۽ ٻيو ڀيرو حبش کان مديني ڏانهن. انهيءَ ڪري حضرت عثمان غني رضہ کي صاحب الهجرتين يعني ٻن هجرتن وارو چوندا آهن. حضرت عثمان رضہ پهريون شخص آهي، جنهن پنهنجي گهروارن سان گڏ الله جي راهه ۾ هجرت ڪئي ۽ حضرت رقيه کي حضرت عثمان رضہ منجهان هڪ پٽ ڄائو، جنهن جونالو عبدالله رکيو ويو ۽ انهيءَ ڪري حضرت عثمان رضہ جي ڪنيت ابو عبدالله آهي. عبدالله رضہ ننڍپڻ ۾ هجرت جي چوٿين سال ۾ پنهنجي ماءُ رقيه رضہ جي وفات کان پوءِ وفات ڪئي. انهيءَ جي وفات جو سبب هي ڄاڻايل آهي، ته هڪ ڪڪڙ هن جي اک ۾ ٺونگو هنيو ۽ انهيءَ سان ان جي وفات ٿي. عبدالله رضہ جي عمر ڇهه سال هئي. حضرت رقيه کي حضرت عثمان رضہ منجهان ٻيو ڪو به پٽ يا نياڻي پيدا نه ٿي هئي.

حضرت رقيه رضہ رمضان شريف جي مهيني ۾ هجرت جي ٻئي سال ۾ انهيءَ وقت وفات ڪئي، جڏهن حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن غزوه بدر ۾ هئا ۽ انهيءَ وقت حضرت رقيه رضہ هڪ موذي مرض ۾ مبتلا هئي. انهيءَ ڪري پيغمبر خدا ﷺ جن حضرت عثمان رضہ کي مديني پاڪ ۾ ئي رهائي ڇڏيو ۽ پاڻ سان گڏ جنگ ۾ نه وٺي ويا هئا، ته جيئن اهو رقيه رضہ جي بيماريءَ ۾ سنڀال ڪري ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن حضرت عثمان رضہ کي فرمايو: "تنهنجي لاءِ اهو ئي ثواب آهي، جيڪو بدر ۾ شامل ٿيڻ وارن کي حاصل ٿئي ٿو. مال غنيمت ۾ تنهنجو حصو به ملندو ۽ بي بي رقيه رضہ جو حصو به توکي ملندو."

# ام ڪلثوم رضہ جو احوال

ام ڪلثوم رضہ ڪاف کي پيش سان استعمال ڪيندو آهي ۽ انهيءَ نالي ڪانسواءِ سندس ٻيو نالو ڪتابن ۾ نہ ٿو اچي. حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن تي شروع ۾ ئي ايمان آندائين. جڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن مديني ڏانهن هجرت ڪئي، تہ هجرت جي پهرين سال ۾ حضرت زيد بن حارث رضہ ۽ ابو رافع رضہ کي جيڪي سندن آزاد ڪيل غلام هئا. مکي شريف ڏانهن پنج سو درهم ۽ اُٺَ ڏيئي روانو ڪيو تہ حضرت بي بي فاطمة الزهريٰ رضہ، حضرت ام ڪلثوم، سوده بنت زمعہ رضہ، اسامہ بن زيد رضہ ۽ انهيءَ جي ماءُ ام يمن رضہ کي مديني شريف ڏانهن وٺي اچن. اهي پاڻ ڪريم ﷺ جن جي حڪم مطابق مکي پاڪ ڏانهن ويا ۽ انهن سڀني کي تيار ڪري مديني وٺي آيا. جڏهن هجرت جي ٻئي سال حضرت رقيہ رضہ جي وفات ٿي تہ الله تعاليٰ پيغمبر ﷺ جن ڏانهن وحي نازل ڪيو تہ ام ڪلثوم رضہ جو نڪاح حضرت عثمان رضہ سان ڪيو وڃي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جن وحي سبب هجرت جي ٽين سال، ربيع الاول مهيني ۾ ام ڪلثوم رضہ جو حضرت عثمان رضہ سان نڪاح ڪيو ۽ پيغمبر خدا ﷺ جن حضرت عثمان رضہ جي شان ۾ فرمايو تہ "الله تعاليٰ مون کي ام ڪلثوم رضہ جو نڪاح حضرت عثمان رضہ سان ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. جيڪڏهن مون کي هڪ سو نياڻيون هجن ۽ جيڪڏهن هڪ وفات پائي تہ واري سان ٻيءَ نياڻيءَ جو عثمان رضہ سان نڪاح ڪندو وڃان." انهيءَ حديث کي حافظ محب الدين طبريءَ، رياض نضرة ۾ ذڪر ڪيو آهي ۽ علام قسطلاني، 'مواهب لدنيہ' ۾ ۽ ٻين محدثن بہ ذڪر ڪيو آهي. انهيءَ حديث منجهان حضرت عثمان رضہ جي ڪمال ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن وٽ مقبوليت جي بيان جي خبر پوي ٿي.

حضرت ام ڪلثوم رضہ کي حضرت عثمان رضہ منجهان ڪو اولاد نہ ٿيو. علامہ زرقاني 'شرح مواهب' ۾ ان جي تصديق ڪئي آهي. حضرت ام ڪلثوم رضہ حضرت عثمان رضہ وٽ ڇهہ سال ۽ ڇهہ مهينا هئي ۽ هجرت جي نائين سال شعبان مهيني ۾ وفات ڪيائين. اسماءَ بت عمس ڪيس غسل ڏنو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي پڦي بي بي صفيہ رضہ ۽ ام عطيہ رضہ بہ انهيءَ

غسل ۾ شامل هيون.

پيغمبر پاڪ ﷺ انهن کي فرمايو: ”ٽي يا پنج يا ست دفعا يا انهيءَ کان زياده غسل جي ضرورت هجي ته وڌيڪ غسل ڏيو“ ۽ هي به فرمايائون ته ”پاڻي ۾ ٻير جي وڻ جي پنن سان غسل ڏيو“ ۽ آخري دفعو ڪافور وجهو، ۽ هي فرمايائون: ”جڏهن غسل ڏيئي ڇڏيو ته پوءِ مون کي اطلاع ڏيو.“

ام عطيه رضه جو بيان آهي ته ”جڏهن اسين انهيءَ غسل کان واندڪائي حاصل ڪئي ته پيغمبر پاڪ ﷺ کي غسل جي خبر پهچائيسين ته پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجي هيٺين چادر کي جنهن سان هيٺيون حصو ڍڪيو ويندو آهي، اسان جي طرف اڇلايائون ۽ فرمايائون ته ”منهنجيءَ ان چادر کي عام ڪپڙن جي اندر رکو“ ۽ هي پاڻ سڳورن ﷺ تبرڪ لاءِ فرمايو. جڏهن غسل پورو ٿيو، ته حضرت ام ڪلثوم رضه کي مديني پاڪ جي ’جنت البقيع‘ واري قبرستان ۾ دفنايو ويو. پاڻ سڳورن ﷺ جن جنازي نماز پڙهائي ۽ ان جي دفن لاءِ حضرت علي ڪرم الله وجه، فضل بن عباس رضه، اسامه بن زيد رضه ۽ ابو طلحه رضه قبر ۾ داخل ٿيا. پيغمبر پاڪ ﷺ جن قبر مبارڪ جي ڪناري تي انهيءَ حالت ۾ ويٺل هئا، جو پاڻ سڳورن ﷺ کان اکين منجهان ڳوڙها وهي رهيا هئا.

## حضرت امام حسن رضہ جون نياٽيون ۽ پٽ

1. فاطمہ رضہ (هيءَ حضرت محمد باقر رضہ جي والده آهي)، 2. ام الحسن، 3. ام الخير، 4. ام سلمہ، 5. ام عبدالله، 6. سڪينہ، 7. زينب، 8. ان جو نالو نہ ڄاڻايو ويو آهي، علامہ ابن سعد پنهنجي طبقات ۾ لکيو آهي تہ اها والده آهي، محمد اصغر، جعفر، حمزه ۽ فاطمہ رضہ جي، ان جو نالو ام ڪلثوم بنت فضل عباس آهي. محمد اڪبر، حسن مثنيٰ ۽ بہ نياٽيون جيڪي ننڍي هوندي فوت ٿي ويون هيون، انهن ڇئن جي والده خولہ بنت قيس بن جعفر آهي. جنهن جو لقب حنيفہ آهي.

زيد، ام الحسن ۽ ام الخير جي والده بشير بنت ابي مسعود انصاري آهي ۽ ابن ابي مسعود رضہ اصحاب ڪرام ۾ شامل آهي. اسماعيل، يعقوب ۽ بہ نياٽيون جيڪي ننڍپڻ ۾ وفات ڪري ويون هيون، انهن جي والده جعده بنت اشعث بن قيس بن معدي ڪرب آهي، جيڪا قبيلي بني ڪنده منجهان آهي.

قاسم، ابوبڪر ۽ عبدالله رضہ جي والده ام ولد هئي، جنهن جو نالو قيلہ چيو وڃي ٿو ۽ حسين اشرم، عبدالرحمان ۽ ام سلمہ جي والده ام ولد آهي. جنهن جو نالو خطميا هو ۽ عمرو جي والده بہ ام ولد آهي. جنهن جونالو صافيہ هو. طلحہ جي والده ام بنت طلحہ بن عبدالله بن عثمان تميمي آهي. هي طلحہ عشره مبشرين منجهان آهي. عبدالله اصغر جي والده زينب بنت سبيع بن عبدالله آهي ۽ ابن سبيع حضرت جريد بن عبدالله جو ڀاءُ آهي.

امام حسن رضہ جن جي باقي اولاد جي مائرن جي نالن جي خبر نہ آهي.

علامہ ابن ڪثير جو چوڻ آهي تہ امام حسن رضہ جي اولاد منجهان ٽي پٽ حضرت امام حسين رضہ سان ڪربلا جي ميدان ۾ شهيد ٿيا هئا. اهي قاسم، ابوبڪر ۽ عبدالله رضہ آهن. شاميءَ پنهنجي سيرت ۾ چيو آهي تہ طلحہ رضہ بہ انهيءَ ڪربلا جي واقعي ۾ شهيد ٿيو هو.

# امام حسين رضي الله عنه

سندن ولادت هجرت جي چوٿين سال شعبان مهيني ۾ ٿي. حضرت امام حسن رضہ جن جي ولادت کان بعد ڇهہ مهينا والده جي پيٽ ۾ رهڻ جي روايت ضعيف آهي، ڇاڪاڻ تہ امام حسن رضہ جن جي ولادت ٽين هجري رمضان ۾ ٿي ۽ امام حسين رضہ جن جي ولادت چوٿين هجري شعبان ۾ ٿي. اهڙي طرح امام حسين رضہ جن جو پنهنجي والده جي پيٽ ۾ هجڻ نو مهينا ٿئي ٿو ۽ ڇهہ مهينا نہ ٿئي ٿو. اهو ڪنهن کان ڳجهو نہ آهي. امام حسن رضہ جي ولادت ۽ امام حسين رضہ جن جي ولادت جي وچ وارو عرصو ڏهہ مهينا ۽ ويهہ ڏينهن ٿئي ٿو.

امام حسين رضہ جن جي وفات انهيءَ حالت ۾ ٿي هئي تہ پاڻ شهيد، مقتول ۽ مظلوم هئا ۽ سج لڙڻ کان بعد جمعي جي ڏينهن تاريخ ڏهين محرم ۾ 61 هجري ڪربلا جي ميدان ۾ شهادت ٿي. سندس لشڪر ۾ 72 ٻيا بہ ماڻهو ساڻن گڏ شهيد ٿيا، انهيءَ منجهان 23 ماڻهو اولاد علي رضہ، اولاد جعفر رضہ ۽ اولاد عقيل رضہ منجهان هئا.

امام حسين رضہ ۽ سندن ٻين ساٿين کي شهادت جي ٻئي ڏينهن يعني يارهين تاريخ محرم جي قبيلي بني اسد جي اهل غاضريہ دفن ڪيو.

امام حسين رضہ جو قاتل صحيح روايت موجب سنان بن انس بن عمرو نفعي هو ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ شمر ذي الجوشن قاتل هو.

امام حسين رضہ جن جي عمر 56 سال 5 مهينا ۽ 5 ڏينهن هئي. امام حسن رضہ ۽ امام حسين رضہ جن جي شهادت جي وچ ۾ يارهن سال، ڏهہ مهينا ۽ ڇهہ ڏينهن جو عرصو آهي.

امام حسين رضہ جي قبر ڪربلا ۾ آهي جيڪا عام ۽ خاص ۾ مشهور آهي. باقي سندن سر مبارڪ ۾ اختلاف آهي.

هڪ روايت ۾ آهي تہ جڏهن امام حسين رضہ جي سر مبارڪ کي يزيد جي سامهون دمشق ۾ آندو ويو تہ انهيءَ ان سر کي مديني منور ڏانهن پنهنجي نائب عمرو بن سعد ڏانهن ڏياري موڪليو. انهيءَ ان سر مبارڪ کي مديني جي قبرستان جنت البقيع ۾ دفن ڪيو ۽ اهو سر مبارڪ حضرت امام حسن رضہ جن

جي پرسان دفن ڪيو ويو.

ٻي روايت ۾ آهي ته سندن سر مبارڪ دمشق ۾ انهيءَ هنڌ دفن ڪيو ويو جيڪو دمشق جي دروازن منجهان 'باب الفراديس' جي اندر واقع آهي. جتي مسجد آهي ۽ ان مسجد جو نالو 'مسجد الراس' آهي.

## حضرت امام حسين رضي الله عنه جي اولاد

حضرت امام حسين رضہ جو اولاد پنج پٽ ۽ ٽي نياڻيون آهن.

1. علي اڪبر رضہ جيڪو ڪربلا جي ميدان ۾ پنهنجي والد سان گڏ شهيد ٿيو.

2. علي اصغر رضہ جيڪو زين العابدين رضہ جي لقب سان مشهور آهي، 3. جعفر رضہ، 4. عبدالله رضہ، 5. محمد رضہ.

علامہ محب الدين طبري پنهنجي ڪتاب 'ذخائر العقبي' ۾ چيو آهي ته "زين العابدين 'علي اوسط' جو لقب آهي ۽ علي اصغر رضہ ٻيو آهي. انهيءَ لحاظ کان امام حسين رضہ کي ڇهہ پٽ ٿين ٿا."

شاميءَ پنهنجي ڪتاب 'سيرت شامي' ۾ لکيو آهي ته "امام حسين رضہ جو نسل صرف امام زين العابدين رضہ منجهان آهي. باقي ٻين جو ڪوبہ اولاد نہ آهي."

## امام حسين رضہ جون نياڻيون

1. فـاطمہ جيڪا حسن مثنيٰ بن مجتبيٰ بن حضرت علي ڪرم الله وجه جي نڪاح ۾ آئي ۽ ان منجهان عبدالله رضہ ڄائو. 2. سڪينہ رضہ 3. زينب رضہ.

علامہ ابن سعد پنهنجي طبقات ۾ لکيو آهي تہ امام حسين رضہ جن جي گهرواري جيڪا صاحبزادي علي اڪبر رضہ جي والده آمنہ بنت ابي مره بن عروه بن مسعود ثقفي آهي ۽ علي اصغر (جنهن کي زين العابدين رضہ چيو وڃي ٿو) جي والده ٻانهي ام ولد آهي ۽ جعفر رضہ جي والده جو نالو سلاخہ آهي ۽ فاطمہ رضہ جي والده جو نالو ام اسحاق بنت طلحہ آهي، (هي طلحہ رضہ عشره مبشرين منجهان آهي، جن کي جنت جي بشارت ملي هئي.)

عبدالله ۽ سڪينہ رضہ جي والده رباب بنت امرءَ القيس بن عدي آهي. اتي ابن سعد جو ڪلام پورو ٿيو.

حافظ ابن ڪثير پنهنجي ڪتاب 'البدايہ والنهايہ' ۾ لکيو آهي تہ زين العابدين رضہ جي والده ام ولد آهي. ان جو اصلي نالو سلامہ بنت يزجرد آهي ۽ يزدجرد ايراني بادشاهن جو آخري بادشاهہ آهي. ڪن جو چوڻ آهي تہ انهيءَ جو نالو غزالہ هو ۽ ڪن روايتن ۾ آيو آهي تہ حضرت امام زين العابدين رضہ جي والده سلامہ سنڌي عورت هئي، يعني سنڌ جي ملڪ منجهان آئي هئي. ابن ڪثير جي روايت پوري ٿي.(ابن ڪثيرة کان پهريان مؤرخ ابن قتيبه بہ هن روايت کي لکيو آهي. قاسمي)

فتاويٰ صوفيہ ۾ آهي تہ "حضرت زين العابدين رضہ جي والده جا ٻہ نالا هئا، ان کي سلامہ بہ چوندا هئا ۽ غزلہ بہ چوندا هئا."

ابن سعد پنهنجي ڪتاب 'طبقات' ۾ چيو آهي تہ "امام حسين رضہ جن جي پٽن منجهان امام حسين رضہ سان ڪربلا جي ميدان ۾ ٻہ پٽ شهيد ٿيا. علي اڪبر رضہ، عبدالله رضہ ۽ علي اصغر رضہ زندهہ رهيا. امام حسين رضہ جن جو ٻچيل نسل انهن منجهان آهي."

علامہ سيد محمد بن حسين 'تحفة الطالب' ۾ چيو آهي تہ "علي اصغر ملقب بہ زين العابدين رضہ پنهنجي والد جي شهادت کانپوءِ 24 سال زندهہ رهيو ۽ ڪربلا جي واقعي وقت انهيءَ جي عمر 33 سال هئي. اهڙي طرح سان انهيءَ جي سڄي عمر 57 سال ٿيندي."

مخدوم ٺٽوي رحه هن ڪتاب لکڻ جو مقصد بيان ڪندي، مقدمي ۾ لکيو آهي ته:

"جڏهن مون اصحابن سڳورن، خلفاءِ راشدين ۽ خلافت جي ترتيب ۽ فضيلت جي باري تي ڪتاب عربي ۾، وڏو، وچون ۽ ننڍو لکي پورا ڪيا، ته دل ۾ خيال آيو، ته حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي اهلبيتن سڳورن جي عاشقن کي شوق ڏيارڻ ۽ حضور پُرنور ﷺ جن کي راضي ڪرڻ خاطر، سندن باري ۾ ڪجھ فضيلتون ۽ احوال گڏ ڪري؛ اهلبيتن جي شان ۽ ڀلائي ۾ ڪتاب لکان. ڇو ته نبي ڪريم ﷺ جن جي آل ۽ اصحابن سڳورن مان هر هڪ اسان جي لاءِ اکين جون ماڻڪيون ۽ نيڻن جو نُور آهن.

جيئن ته نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي اهلبيت کي حضرت نوح عليه السلام جي ٻيڙيءَ سان تشبيه ڏني آهي، ته "جيڪو ان ۾ چڙهندو، اهو ڇوٽڪارو لهندو. جيڪو ان کان پوئتي رهيو، اهو غرق ٿيو."

عبدالرسول قادري

Rs : 40.00